اپريل ١٩٣٨ع

# سنڌو

ايڊيٽر:- ڀولچند وسومل راجپال

قيمت :- ڇهه آنا

چندو چار روپيه

# The Quality of

# J.B.MANGHARAM'S

## BISCUITS

**IS REAL PRIDE FOR MARRIAGES, PARTIES ETC:**




جي-بي- منگهارام
جا بسڪوٽ
جهڙا آهن سهڻا تهڙا
آهن کائڻ ۾ سوادي.
پر ڪيترا قوت بخش
۽ هاضميدار.
الهيءَ ڪري

ڪمپنيءَ کي جدا جدا نماون تي سونا ٻلا ۽ سون سرٽيفڪيٽ انعام طور مليا آهن.

همیشه خريد ڪريو

## جي-بي منگهارام ڪمپنيءَ جا اوچا سوديشي ڪٽمٺڙا

جي هندوستان ۾ سڀ کان سستا. عمده ۽ لذيذ ثابت ٿيا آهن

## ڇاڪاڻ ته

١- "J.B" مارڪي وارا ڪٽمٺڙا اوچيءَ سوديشيءَ کنڊ مان، تندرستيءَ جي اصولن موجب (Modern) **ماڊرن** نموني ۾ اسٽيم جي ذريعي تيار ڪيا وڃن ٿا.

٢- منجهن (Glucose) **گلوڪوس** (طاقت ڏيڻ واري شيءِ) 40% (چاليه سيڪڙو) ڪم آندو وڃي ٿو، جنهنڪري هي ڪٽمٺڙا خوراڪ کي پرڪيترا طاقت بخشيندڙ ۽ هاضمو سڌاريندڙ ثابت ٿيا آهن.

٣- (Essences) **اسينس** تمام اُچيءَ (Quality) **ڪواليٽيءَ** جا، تازن ميون جي خوشبوءِ پيدا ڪندڙ ۽ (Harmless Vegetable Colours) يعني **مٺا رنگ** ڪم آندا وڃن ٿا، جي تندرستيءَ کي ڪوبه نقصان نٿا پهچائين.

٤- هن ڪمپنيءَ کي مال جي سٺائيءَ صفائيءَ ڪري سون سرٽفڪيٽ ۽ سونا ٻلا انعام مليل آهن.

**نوٽ :-** هر هڪ ڪٽمٺڙي تي "J.B" نالو ڏسي پوءِ خريد ڪريو جيئن دوڪاندار توهان کي نقلي مال نه ڏين.

## جي - بي منگهارام اينڊ ڪو

**هاءِ ڪلاس ڪنفيڪشنري ۽ بسڪوٽ مئنيوفئڪچررس**

**سکر (سنڌ)**

# فهرست




هيءَ اخبار مسٽر بولچند وسومل راجپال بي. ايس سي "راجپال پريس" ميان جي ڳوٺ ۾ ڇپي پڌري ڪئي.

# فهرست




هيءَ اخبار مسٽر بولچند وسومل راجپال بي. ايس سي "راجپال پريس" ميان جي ڳوٺ ۾ ڇپي پڌري ڪئي.




سال ٧ ] اپريل ١٩٣٨ع [ انڪ ٧٦

# ڪافي

امر ٿيو جون ڳالهيون اوري - جو ڳن پنڌ پرانهون وي ميان
١- اهو جو ٿيهي حرف نه جاڻن - محويت جون مڃون ماڻن
ڪنز قدوري طرف نه تاڻن - عارف وڃن اڳاهون وي ميان
٢- رمزن وارا رند رندانا - فقر ۾ ڦاسن ڪيئي فرزانا
مستي ماڳ ڪري مردانا - ڀون تاڻن ٿيڏانهون وي ميان
٣- علم لدني جي جا عالم - لامذهب سي صوفي سالم
يار ٻروچ جا ٻانڪا ٻالم - چم چاڙن سو چاهون وي ميان
٤- الست ٻيڌ عشق جو سارو - سمجهي مار پاڻون ٿينده جو نعرو
بيدل ڪيئي ڪن لوڪ ڏي لاڙو - نيڻن موج مٿانهون وي ميان

(بيدل فقير)

# ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو رسالو

## (٢)

ليکڪ:- مسٽر ڀيرومل مهرچند آڏواڻي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري شاهه جي رسالي جي جلد پهرين ۾ جيڪي ڳالهيون منڍ وارن ١٧١ صفحن ۾ لکيل آهن، تنهن جو ذڪر اڳين گهڙي ڪيو هوم. هو هڪ ڳالهه جي جهڙي اُپٽار هن ڪري ڪئي هيم جو اهو "مقدمه" (مهاڳ Introduction) بي.اي جي شاگردن لاءِ درسي ڪتاب طور منظور ٿيل آهي ۽ هن وقت پڙهن ويٺا. سنڌ لاءِ خاص طرح هڪ ڌار ليک، "شاهه جي سنڌي" بابت، ڊي - جي - سنڌ ڪاليج مسيلني جي فيبروري ١٩٣٨ع واري پرچي ۾ لکيو اٿم، جو پڻ اميد ته ڪين ڪمائتو ٿيندو. ڪاليجن ۾ علمي تدقيق سان اڀياس يعنـــي مرمجي اڀياس (Critical Study) ڪرڻو آهي، تنهنڪري انهيءَ "مقدمه" جي خوبين سان اُنجي خامين يا اوڻاين جو ذڪر ڪيو اٿم. هاڻ باقي رهيو خود شاهه جو رسالو، جنهنجا پهريان پنج سو معنيٰ ۽ شرح سميت جلد پهرين ۾ ڏنا آهن. اهي سڀ، بلڪ سڄو شاهه جو رسالو، اڳيئي ايترا گهمرا پڙهيو هوم، جو رسالي جو ڳچ ڀاڱو بر زبان ياد هوم. اڄ اهو اڳيون حافظو ڪونهيم، ته به رسالي جي ڪهڙي به بيت جا پهريان ٻه ٽي اکر ڪو چوندو، ته اميد آهي ته مان سڄو ئي بيت چئي سگهندس. انهيءَ هوندي به ١٩٢٣ع ۾ رسالي جو هيءُ پهريون جلد ڇپجي پڌرو ٿيو، ته ڏاڍي چاهه سان پڙهيم ۽ املاءِ سبب هو.

سنه ١٩٠٠ع ۾ تعليم کاتي وارن هاڻوڪي رواجي صورتخطيءَ ۾ شاهه جو رسالو ڇپائي پڌرو ڪيو، ته يڪدم اهو خريد ڪري، ٽرمپ صاحب واري رسالي ۽ بمبئي ڇاپي واري رسالي سان اُنجي ڀيٽ ڪيم. سگهوئي گهڻا گهوٽالا انهيءَ نظر آيم. مون پوءِ اُن جو سمالوچن لکيو، جو ١٩٠١-١٩٠٠ع واري ڊي - جي - سنڌ ڪاليج "مسيلني" ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. انوقت جي سنڌي توڙي انگريزي اخبارن ۾ به رسالي بابت ليک لکيم، مطلب ته اڄ کان اٺٽيهه ورهيه اڳي اخبارن جي وسيلي پئي پڪاريم، ته ڪو جتي سُتي جاڳي، جو شاهه جي رسالي جو صحيح نسخو صحيح معنائن سميت ڇپائي، سنڌ جي گهرج پوري ڪري. هيءُ رسالو ١٩٢٣ع ۾ نڪتو ته اهو مون لاءِ انهين هو، جنهن ڪنهن اُساٽيل اڳيان ڪو ٿڌي پاڻيءَ جو دلو پري آڻي رکي! جنهن اُڃايل ماڻهو پاڻيءَ ملڻ شرط

ڏوگهه ڏوگهه ڪري پيهُندو آهي، ليڪن مان ته هيءُ آنند رس ڏهنپ پيئڻ لڳس.

## ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي جلهيم

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو هيءُ رسالو پڙهڻ شروع ڪيم، ته ”منڍ“ واري صفحه ب ۾ هيءُ لفظ لکيل ڏٺم:-

”ڏسڻ ۾ آيو آهي، ته ڪيترن لفظن جون معنائون ڏکي بازيءَ يا اوٽ لي پئي ڪيون ويون آهن.“

وري ”مقدمه“ جي صفحه ۱۳۴ ۾ سنڌي ڊڪشنري جوڙيندڙن ۽ رسالي جي اهڙن لفظن جي معنائن لکندڙن لي ٽيهائين سخت جلهه ٿيل ڏٺم. جي ڊڪشنري جوڙيندڙن ۽ رسالي جي لغت نويس علم لغات (Philology) جو ڪو به سماءُ ڪونه لڌو آهي، تنهن سبب سنڌي لغتون اڌوريون ۽ خام رهجي ويون آهن. رڳو ڏکي بازيءَ لي زور رکيو اٿن ۽ معنائن ۾ ڏايا ها ڇا هنيا اٿن. سنڌس هيءُ لکڻ جو موز نو مو لکي ته وڏيو ٻڪ انهيءَ مان ٻاڻور جي بوءِ آيم. سنڌس لکڻ موجب سنڌ ۾ اونده آهي، تنهنڪري چيم، ته ڏسان ته ٻاڻ ڪهڙو سوجهرو ڪيو اٿس ۽ رسالي جي صحيح پڙهڻين ۽ صحيح معنائن ڏيڻ ۾ ڪيتري قدر سوڀارو ٿيو آهي. جنهن سرڌا سان سنڌس رسالو پڙهڻ لي چاهيم، سا سرڌا هڙئي جهري جلهه ڪري هڄي ويم، بلڪ مٿڄي ويم. انهيءَ سبب مان اُتيڪي سنڌس رسالي کي ڪتڇيڪيءَ جي نگاه سان نهارڻ لڳس.

هيءُ رسالو ۱۵ ڊسمبر ۱۹۲۳ع جي ڇپجي پڌرو ٿيو هو ۽ انوقت مان ڪراچيءَ ۾ ايڪسائيس آفيسر هوس. سکهوئي ناتال سبب پنهنجي آفيس ڏهه ڏينهن بند ڪري اڪيلو لي، هيءُ ڪتاب پڙهيم. شاه جو رسالو اڳيئي گهڻي قدر ياد هوم، تنهنڪري پڙي ڪنهن به نسخي سان ڀيٽ ڪرڻ جي ضرورت ڪانه سمجهم. هن ڪتاب پڙهندي معنائن ۽ شرح واري پاڱي ڏي به ٻوقت نهاريندو ويس. جيڪي نيون يا ٿوريل پڙهڻيون نظر آيم، ۽ معنائن واري پاڱي ۾ جيڪي لفاوت يا خاميون ڏٺيم، سي ٻوقت نشان ڪيم. جيڪي خوبيون ۽ خاميون نظر آيم، تنهن مثال ٻين ٻن جلدن جي خوبين ۽ خامين سان گڏ ڏيندس. هتي رڳو ايترو چاڻايان ٿو ته انوقت جيڪو اثر دل لي ويئم، سو هيءُ آهي ته جيڪو ٻاڻور ڪتاب جي منڍ ۾ ڪيو اٿس، سو اجايو آهي. اُلٽو پاڻ کان آجو هڪڙو ايشور آهي ۽ باقي ايترو چئبو ته رسالي لي پورهيو بيشڪ ڪيو اٿس ۽ ڪيتري قدر نئين روشني به وڌي اٿس.

## ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي جلهيم

سنه ۱۹۲۳ع جي ناتال واري ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ صوفي سماگم ٿيو. منهنجو دوست مسٽر جيٺمل پرسرام لي ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ ”پارلواسي“ اخبار جو مهتمم هو. اڳواٽ لي لکي موڪليا ٿيئم، ته سماگم ۾ اچج ۽ ”شاه سيلاني“ بابت، يعني شاه عبداللطيف جي سير سياحت بابت، اُتي اچي ڳالهائج. پارڙي جو سڏ ٿيو، ته وڃي حاضر ٿيس. انهيءَ موقعي تي ڀاڻ به ڪراچيءَ آيو ۽

اچي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو رسالو ڏنائين. اهو پاڻ سان کڻي، حيدرآباد روانو ٿيو. پر ٽن ڏينهن کانپوءِ جيڪا "پارتواسي" نڪتي، تنهن ۾ هڪ لمبو ليک ڏٺم، جنهن جي مٿان پروفيسر گربخشاڻيءَ جو نالو ٿلهن اکرن ۾ ڇپيل هو. سمجهيم ته رسالي جو سمالوچن لکيو اٿس. اهي وانڍو به ٿيس. مونکي اهائي ڏندن واري مٺ (حيرت)، ته هيڏو سارو ڪتاب ايتري ۾ پڙهي پورو ڪيئن ڪيائين، جو ان بابت هيترو سارو لکيو اٿس! پهريائين پاڻيم ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جيڪا پين تي جلهه ڪئي آهي، تنهن تان پلٽيو آهي؛ پر مضمون پڙهي ڏٺم، ته مار! سڄي رسالي تان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي ونيءَ سگهن تي کنيو اٿس! سندس رسالي جي جلد پهرين کي ته نڪمو ۽ ناڪام ٺهرايو اٿس؛ پر باقي ٻن جلدن جي اڃا اکرڻا هئا، تنهنکي به اڳواٽ ئي بنهه ردي بنائي رکيو اٿس!

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي "پارتواسيءَ" ۾ جملي ٽن خونن جي تهمت رکيل هئي:-

(١) سنڌي ٻوليءَ جو خون!
(٢) روحاني رازن جو خون!
(٣) رسالي جي هڪ هزار کن پيتن جو خون!

سنڌي ٻوليءَ جي خون ثابت ڪرڻ لاءِ مسٽر جيٺمل پنهنجي اظهار ۾ جا ٽيا پو هو، ته مهڙ وارن صفحن ۾ جيڪو هيترو سارو مضمون لکيل آهي، تنهن ۾ ٿپ ٿپ تي ڳرا ڳرا عربي ۽ پارسي لفظ ڪم آيل آهن، جن مان ڪن لاءِ نج سنڌي لفظ موجود به آهن، ته به انهنکي ڇڏي، عربي ۽ پارسي لفظن ڪم آڻڻ تي زور رکيو اٿس. هن مان ظاهر آهي ته جوابدار (ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ) سنڌي ٻوليءَ جي خون ڪرڻ جي ارادي سان اهو قدم کنيو آهي. پنهنجيءَ ڳالهه ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ مثال به ڏنو هوائين. چي جڏهن "منڍ" ۽ "مهاڳ" لفظ سنڌيءَ ۾ اڳيئي عام آهن، تڏهن ڇو انهنکي ڇڏي، "مقدمه" لکيو اٿس؟ سنڌيءَ ۾ "مقدمو" لفظ فوجداري ڪيس جي معنيٰ سان ڪم ايندو آهي.

ٻيءَ تهمت جي باري ۾ مسٽر سراڳ جو هيٺيون بيت ثابتيءَ لاءِ جا ٽيا پائين:

ماڻڪ منڊ هٽا، پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو!
سڄو ٿان، سيد چوي، لهي لک سوا،
پچي پچا ڻا، پد مان ئي، پري ٿيو.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ڏنل سمجهاڻيءَ موجب انجي معنيٰ هيءَ آهي:-

اصل ماڻڪ يعني روح، منڊ يعني زال (انسان) جي هٽا ۾ پيتيءَ يا صندوق (جسم) جي اندر پرزا ٿيو! شاهه صاحب جن فرمائين ٿا، ته هي روح جيستائين سڄو ۽ سالم آهي يعني جيستائين حرص هوس جي ڇپيٽ نه آئي اٿس، تيستائين اصل ماڻڪ وانگر لک، بلڪ سوا لک لهي، يعني بي بها آهي، پر جڏهن نفساني خواهشن جي ٺوڪر لڳڻ ڪري پچي پوي ٿو، تڏهن "پد" يعني درجي يا مرتبي کان پري ٿيو پوي، جنهنجي معنيٰ ته پوءِ انجو ڪو به ملهه يا مان نٿو ٿئي.

مسٽر جيٺمل پنهنجي اظهار ۾ جا ٽيا پو هو ته اها غلط معنيٰ آهي. بيت جو صحيح مطلب

هيءَ آهي، ته اصل ماڻڪ جيستائين سچو ۽ سالم آهي؛ تيستائين انجو ملهه لک سوا لک آهي؛ پر پڇي ٽڪر ٿيڻ کانپوءِ انجو ملهه "پدم" يعني لکها ڪروڙن کان به وڌيڪ ٿئي ٿو. هن ڳالهه ۾ هڪ روحاني راز رکيل آهي، جنهنجو پروفيسر گربخشاڻي (هاڻ "ڊاڪٽر") ڏاڍو وائڙو خون ڪيو آهي. وڌيڪ جيڪي چيو هوائين، تنهن مان اهو مطلب ئي نڪتو، ته جو ماڻهو پاڻ رسالو سمجهي نٿو سگهي، سو ٻين کي ڇا سمجهائيندو؟ اهو اجهو هيءُ روحاني رازن جو خون ڪندو.

ٽيون تهمت جي باري ۾ مسٽر جيٺمل جو چوڻ هو ته ڪنهن به ثبتي پيش ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، ڇاڪاڻ ته خود جوابدار (ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ) پنهنجي رسالي جي منڍ ۾ پاڻمرادو ڏوهه باس ڪئي آهي ۽ دلي بادلي (ڪليو ڪلايو) لکيو اٿس، ته "سر ۽ بيت، جي گهڻي تحقيقات بعد معلوم ٿيا آهن، ته شاهه جو ڪلام نه آهن، سي رد ڪيا ويا آهن."

مسٽر جيٺمل جو چوڻ هو، ته هن ڇهين جلد منجها ڪيترا بيت گم آهن، جي جوابدار ارادتن قتل ڪيا آهن. جيڪڏهن هينئر چيڪ ڇڏي ڏبس، ته پوءِ وڻ گهوڙو ڪين پڙندو ۽ رسالي جي باقي رهيل ٽن جلدن ۾ اڃان گهڻا ظلم پاريندو ۽ هن ريت سچي رسالي مان هڪ هزار کن بيتن جو خون ٿي ويندو! هن ڳالهه بابت به ور ور ڏيئي پئي لکيائين ۽ پڙهندڙن کي انهيءَ ذهن نشين ڪرايائين ته "شاهه لطيف کي

پروفيسر گربخشاڻيءَ سوڙهو ته آهي، پر لوڏيو آهي!" اهي آهن مسٽر جيٺمل جا جنسي لفظ.

مسٽر جيٺمل جي ڇهين ٽي ليک مان منهنجي دل ۾ هيءُ خوف جاڳيو، ته رسالي لئي رڳو مٿاڇري نظر گهمائي، هيڏو زبردست ليک لکيو اٿس، سو جنهن مهل سچو رسالو پڙهي پورو ڪندو، تنهن مهل نه الاجي ڇا ڪندو! ڪا ٿورڙي ڳالهه هيٺ مٿي ڏسي، هيءُ شور مچائيندو، ته بيا پاڳا نڪرڻ بند ٿي ويندا ۽ اها ڳالهه بلڪل پڌري پيئي هئي. رسالي جي ڇهين جلد جي قيمت پنج رپيا، ۽ جيڪي ٽي جلد اڃا نڪتا هئا، ان جي قيمت به پنج پنج رپيا. سمجهو ته ڇهين جلد مان جيڪي ٽي وڏيون ڪڍيون اٿس، ان کي جيڪڏهن رد نه ڏبو، ته اهي رسالي بنسبت ماڻهن جي دلين ۾ بد اثر پيدا ڪنديون. پوءِ ته ماڻهو به ضرور چوندا ته ڪتاب ۾ بيت ڪتل، معنائون غلط ۽ ٻولي به ڏکي، پوءِ گتي ڪنهنکي پيئي آهي، جو هيڏيون ڳالهيون اخبار ۾ پڙهڻ کانپوءِ به هن هڪڙي رسالي لئي سچا سارا ويهه رپيا خرچيندو؟ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، ماڻهو جيڪڏهن ٻيون ٽي جلد خريد نه ڪندا ته مور ۾ سور سهڻ ڊاڪٽر گربخشاڻي لاءِ به مشڪل ٿي پوندو. هو به ضرور چوندو ته هيتري محنت به ڪيان، هيڏي ساري رقم به سيڙايان، ۽ ماڻهن وٽ قدر اجهو اهو، جو ٻيون نئين جلد گهروائي نٿا، ته پوءِ مونکي ڪهڙي گتي پيئي آهي، جو بيا پاڳا ڪڍي، وڌيڪ پئسا وڃايان؟

”هڙ ٻه ڳاسو لوڪ ٻه تماشو.“ اهڙيءَطرح ويچار ڪندي پنهنجيءَ دل کري سوڙهن آنا پڪ سمجهي وينس، ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي جو تن خونن جون تهمتون رکيون ويئون آهن، سو پس پيش فتوي هيءَ ملندي، ته خود سندس انهيءَ رسالي جي ٻهرين جلد کي ئي خون ڪري ڦٽو ڪبو، ته ٻيو وڌيڪ خونريزي ٻاٽيهي بند ٿي ويندي. پر اهڙي فتوي ماڻ شرط ڊاڪٽر گربخشاڻي اڻ پڙهيو علمي ميدان منجها نڪي ٻيهر ڪيڏانهن ويندو ۽ ٻيا به پاڳ نه ڪيندو، ته سندس علميت ۽ اڀياس جو فائدو اسين وٺي ڪين سگهنداسين ۽ اهو نقصان اسان کي ئي ٿيندو. پر هينئر ڳالهه ئي ٻي ٿي پيئي. جيئن ته ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪنهن پنڊت کان ويلا وٺائي، مهورت ڪڍائي، ٻه رسالو ڪڍيو ها ته چڱو ۽ ٻئي هاڻ پورسالي تي راهه جو گرهه اچي وينو اٿس، سو لاهي ڪير؟

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان، انو قت تائين، اوت نڪو ڳوت (ڪو به ناتو نه) هوم، ته به دل ۾ آيم، ته اصولهندي (نهه پهه) ورچم پيئي، سندس ٻچاءَ جو شاهد ٿيان ۽ جيڪڏهن صفا ڇٽي نه سگهي، ته به حال ضامن ٿئي، ڪجهه وقت لاءِ ڇڏائي اچانس يعني عام خلق جي ڪورٽ ۾ ٻلؤ پائي وينتي ڪريان ته ٻهريون جلد خريد ڪري، رڳو ايترو همتائيوس، جو گهٽ ۾ گهٽ پيو جلد ڪڍي. ٻهرين جلد ۾ پنهنجو جوهر ڏيکاريو اٿس، سو جيڪڏهن همتائيس، ته ٻئي پاڳي تي هيڪاري وڌيڪ محنت ڪندو. جيڪڏهن انين نه ڪري، ته پوءِ خلق جي ڪورٽ سڳوري جئن مناسب سمجهي، تئن سندس ڪارروائي ڪري.

مسٽر جيٺمل جو ٻهريون ليک جڏهن ڏينهن سنديس ”پارتواسيءَ“ ۾ پڙهيم، تنهن ڏينهن ئي شام جو پنجين بجي آفيس جي ڪم کان آجو ٿي، ائين ويٺي، سندس ليک جو جواب ”پارتواسيءَ“ ۾ ڇپجڻ لاءِ لکيم، ته پڙهندڙن مان ڪنهنجي به دل تي رسالي بابت ڪو ٿورو گهڻو ابتو سبتو اثر وينو هجي، ته اهو هڪدم لهي وڃي. مسٽر جيٺمل کي خانگي خط به لکيم، ته منهنجو هيءُ جواب بنا دير ”پارتواسي“ ۾ ڇپي پڌرو ڪجو ۽ پروفيسر گربخشاڻي جي رسالي جي برخلاف هڪ اکر به وڌيڪ نه لکجي. توهانجي خيال موجب جيڪڏهن هي ”صحيح نسخو“ نه آهي، ته ان جون غلطيون بيشڪ ظاهر ڪريو. جيڪڏهن ڏٺم ته اهي برابر غلطيون آهن ۽ ڪتاب مان فائدي ٿيڻ بدران مرڳو غلطين جو ڦهلاءُ ٿيندو، ته پوءِ مان به گهڻي خوشيءَ سان شامل ٿي ٻهندس. پر مونکي اهڙي ڪا خامي نظر ڪانه آئي آهي، جنهنڪري سڄي رسالي کي ردي ٺهرائجي. هنڪانپوءِ جيڪڏهن ٻين پاڳن ۾ ڪي ٿوريون غلطيون ڪندو، ته جي جيترا آهيون، تن انهيءَ ڳالهه کي پهچي وٺنداسين ۽ حال ڪريو ماٺ. مسٽر جيٺمل منهنجو جواب يڪدم ڇپي پڌرو ڪيو ۽ پر اخبار جي ساڳي پرچي ۾ وري هڪ زبردست ليک رسالي برخلاف لکيائين ۽ انهه به ڳالهيون اهي ساڳيون.

مون ان جو به جواب لکي موڪليس؛ پر پوءِ ”پارتواسيءَ“ ۾ وڌيڪ ليک لکڻ بند ڪيم. انهيءَ وقت ”پرڪاش“ اخبار مسٽر گوپالداس ليکراج تارزي ڪڍي هئي تنهن ۾ علحدي علحدي نموني رسالي بابت ليک لکيم، ته پڻ ٻيا به پنهنجو رايو ظاهر ڪن. مون جيڪي ليک لکيا تن ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي بچاءَ جو شاهد ٿي بيٺس. ڀڳوان کي حاضر ناظر ڄاڻي ساک ڏئي چيم، ته رسالي جي جلد ٽئين ۾ جيڪي عربي لفظ ڪم آندا اٿس، تن مان ڪي صوفيانا لفظ ۽ اصطلاح آهن، ۽ انهن جي ڦيرو اڻ جي ڪنهن کي به اختياري ڪانهي. اهي تصوف جا عربي لفظ جن جو ٿورن ڪم آڻيا آهن. اهو سچ آهي ته اهڙن لفظن ڪانسواءِ ٻيا به ڪي ڳرا عربي لفظ، بلڪ پارسي ۽ عربي جملا، ڪم آندا اٿس؛ پر املاء مٿس گهڻي ميار ڪانهي. هو پروفيسر ئي پارسي جو آهي، جنهنڪري سنڌي کان وڌيڪ ضرور پارسي جو اڀياس ڪندو هوندو. انهيءَ هوندي به منڍ وارن صفحن ۾ ڪيترن هنڌ سنڌي نهايت چڱي لکي اٿس ۽ منجهس رواني (Flow) به آهي. ”مقدمه“ لفظ خود جيڪڏهن ڳرو آهي، ته به انهيءَ ”مقدمه“ ۾ ڪيتريون ئي ڪارائتيون ڳالهيون نج سنڌيءَ ۾ به لکيل آهن. هر هڪ ڳالهه تنقيد جي تارازيءَ ۾ توري، بلڪل باترتيب بيهاري اٿس؛ جنهن مان ظاهر آهي، ته تنقيد جي اصولن جو به چڱو ڄاڻو آهي، پر اسان کي انهيءَ کان به وڌيڪ هيءَ ڳالهه ڏسڻي آهي ته رسالي جي صحيح پڙهڻ ۽ صحيح معنائن ڏيڻ جي ڪا ڪوشش ڪئي اٿس يا نه. ڪتاب جي هر هڪ صفحي جي هيٺان ٻيون ٻيون پڙهيون ڏنيون اٿس، جي خود ڏيکارين ٿيون ته رسالن جي جدا جدا نسخن پٽڻ تي پورهيو به پورهئي جهڙو ڪيو اٿس. ٻاڙي وارو نسخو ۽ ڀٽ شريف وارو نسخو اڪثر سجادي نشين درگاه کان ٻاهر ڪڍڻ به ڪونه ڏيندا آهن. هيءَ بختاور چئبو جو اهي به مليا اٿس. سچو رسالو به ڀلي سوڌيو اٿس، ته سنڌس انهيءَ محنت جو لاڀ اسان کي ضرور وٺڻ گهرجي. رسالي جي معنوي ۽ شرح ڏي نهاريو، ته اهڙن لفظن جي معنوي سان گڏ ڪيترن لفظن جو اشتقاق يا ڌاتو ڄاڻايو اٿس. اهو نمونو رسالي جي ڪنهن به لغت نويس اڳي اختيار ڪونه ڪيو آهي. اڳي رسالا ڌار ڇپيل هئا ۽ انهيءَ اهڙن لفظن جون معنائون ڌار ڇپيل هيون. رسالي جا فقط ڪي ٿورڙا سر معنائن سميت ڇپيل هئا. ڊاڪٽر گربخشاڻي پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن ڳري خرچ جي به پرواه نه ڪري، سچو رسالو معنائن سميت ڪڍيو ڪيو آهي ۽ پهرين جلد جي بيهڪ ۽ بناوت به اهڙي آهي جو اهڙي عمديءَ رهت تيار ٿيل سنڌي ڪتاب مون پنهنجيءَ سڄيءَ ڄمار ۾ ڪونه ڏٺو آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي روحاني رازن جي خون ڪرڻ جي تهمت ثابت ڪرڻ لاءِ مسٽر ڄيٺمل جيڪو اهل مانڪ بابت بيت لکيو هو، تنهن بنسبت ته پر وقت ٿي سنڌيس ”پارتواسيءَ“ ۾ لکيو هوم، ته

معنيٰ ۾ ڦيرو فقط هن ڪري پيو آهي، جو پروفيسر گربخشاڻيءَ ”پد“ ۽ ”مان“ ٻه ڌار لفظ ڪري ڄاڻايا آهن، ۽ مسٽر چينمل ”پدمان“ هڪ ئي لفظ ڪري پڙهي ٿو. تفاوت رڳو پڙهڻ جي اصول ۾ آهي، ۽ اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي.

مسٽر چينمل منهنجو اهو جواب ڇپي، پاڻ واري معنيٰ صحيح ۽ سچي ثابت ڪرڻ لاءِ، ٻئي هڪ بيت جي پوري سٽ ڄاڻائي، جو بمبئي ڇاپي واري رسالي ۾ متي ذڪر ڪيل بيت جي هڪدم پٺيان ڏنل آهي، تنهنڪري مرحوم مرزا قليچ بيگ به پاڻ واري رسالي ۾ ڏنو آهي، پر ٻئي ڪنهن به نسخي ۾ ڪونهي، اها سٽ هيءَ آهي:-

”پڳو ميلا ٿين متي ٿيو، سچو ٿان سؤ لکن.“

مسٽر چينمل لکيو هو ته انجي معنيٰ هيءَ آهي ته اصل ماڻڪ جيسته ٿين سچو ۽ سالم آهي تيسته ٿين انجو ملهه سؤ لک آهي، پر پڃي ٽڪر ٿيڻ ڪانپوءِ انجو ملهه ”مئل“ Mile يعني اڌ ڪوهه کان به متي (وڌيڪ) ٿئي ٿو يعني پڳل اصل ماڻڪ جو ملهه هيڪاري وڌيڪ ٿئي ٿو ۽ انهيءَ ۾ هڪ روحاني راز رکيل آهي!

مون هنجي جواب ۾ لکيس ته شاهه صاحب جي وقت ۾ مفاصلن ڄاڻائڻ لاءِ نڪي رستن تي ”مئلن“ Miles جون دڙيون لڳل هيون، نڪي هن مصراع ۾ انگريزي لفظ Mile ڪم آيل آهي. هيءُ نج سنسڪرت لفظ آهي. ميل معنيٰ ڳنڍ. ”ميل ميلاپ“ گڏي به چئبو آهي. سڄيءَ سٽ جي معنيٰ هيءَ آهي ته اصل ماڻڪ جيستائين سچو آهي تيستائين سؤ لک لهي يعني بلڪل بي بها آهي؛ پر جيڪڏهن پڳو ته پوءِ ”ميل کان متي (پري) ٿيو“ يعني پوءِ ڳنڍڻ کان ٿي ڇٽو! هن مان ته پاڻ پروفيسر گربخشاڻيءَ واري معنيٰ صحيح ۽ سچي ثابت ٿئي ٿي. پر گهڙي فرض ڪجي، ته بيت ۾ برابر ڪو روحاني راز رکيل آهي، جو پروفيسر گربخشاڻيءَ نه سمجهو آهي، ته به اها ڪا اهڙي ڳالهه آهي ڇا، جنهنڪري سندس سڄو ئي رسالو رد ڪري نهرائي ڦٽو ڪجي؟ مسٽر چينمل منهنجو اهو جواب ڇپيوئي ڪين، ته مون ”پرڪاش“ اخبار ۾ جواب لکيا.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي جيڪا ٻين تهمت هڪ هزار کن بيتن جي خون ڪرڻ جي رکيل هئي، تنهن بابت پنهنجي شاهديءَ ۾ چئم، ته جوابدار جا هٿ رت ۾ رتل مون ڪين ڏٺا ۽ نڪو سندس ڪپڙن تي رت جو ڪو ڇنڊو ڏٺم باقي ايتري ساک مان ڀريندس، ته جوابدار جي هٿ ۾ هڪ وڏو ڏاٽو برابر هو! ڇتا ن هيتري پري آئي اٿس ته به اهو ڏاٽو اڃا هٿ مان نه ڇڏي! پنهنجي رسالي جي منڍ ۾ دنيا داستي (پڌري پٽ) چيو اٿس، جئن گلاب جي ٻوٽي کي وليون ويڙهي ويندڙيون آهن، ته گلاب جو ذاتي حسن لڪجي ويندو آهي، تئين ڌارين ڪلام به شاهه صاحب جي ڪلام جي سوڀيا تي ڇايا وجهي، انکي البت لڪي ڇڏيو آهي، تنهنڪري ڏاٽو هٿ ۾ کنيو اٿم، ته اهي وليون ڇانگي ڌار ڪريان، ته شاهه صاحب پنهنجي نوراني جمال ۽ جلال

سان انصاف ڪيو! هن مان ظاهر آهي ته پروفيسر گربخشاڻيءَ کي خون ڪرڻ جي نيت ڪانهي، پر پاڻ خدمت ڪرڻ جي نيت اٿس. انهيءَ سبب سندس همت ۾ ڏاڍو ڏسي، اسانکي ڊڄڻ نه گهرجي؛ پر پاڻ خوش ٿيڻ گهرجي، جو هڪڙن پورهيتن واگر پورهيو ڪري ٿو. هيءَ ڳالهه عالم آشڪار آهي، ته رسالي ۾ گهڻن سنڌي شاعرن جو شعر شاهه جي ڪلام سان گڏ ڏنل آهي. انهن ڌارين شاعرن جا نالا به رسالي ۾ ڪن ڪن هنڌ آهن. مثلاً "پيو چوي پاڇهاٽي" ۽
"لال پرين، لکمير چوي،
سارين ساڙي رات."

اهڙن ڌارين بيتن کانسواءِ رسالي جي ٻين نسخن ۾ ڪبير ڀڳت ۽ دادو ڀڳت جا سلوڪ، بلڪ حافظ ۽ مولانا جلال الدين رومي وغيره جو پارسي شعر به ڏنل آهي. انهن سڀني جو شاهه جي رسالي سان واسطو ڪهڙو؟ رسالي ۾ نج شاهه صاحب جو ڪلام هئڻ گهرجي. پروفيسر گربخشاڻيءَ هن پهرين ٽي جلد ۾ چند چاڻ ڪئي آهي ۽ ٻين جلدن ۾ به ائين ڪرڻو اٿس، ته اها هن رسالي جي خوبي چئجي. انهيءَ خوبيءَ کي جو خامي ٺهرايو ٿو وڃي، سو ڪهڙي حساب؟ مسٽر جيٺمل جو چوڻ آهي ته "پروفيسر گربخشاڻيءَ جيڪو نمونو بيتن ڪڍڻ جو ورتو آهي، تنهن موجب حساب ڪيو اٿم ته بمبئي چاپي واري رسالي جا جملي هڪ هزار کن بيت پنهنجي ڪتاب ۾ ڪين آڻيندو ۽ اها سنڌي ساهت لاءِ هڪ نهايت نقصانڪار حالت ٿيندي."

هن باري ۾ منهنجو چوڻ هو ته ڪٿي فرض ڪجي، ته ڪي بيت جي سچ پچ شاهه صاحب جا چيل هجن، ته پروفيسر گربخشاڻي انهن کي ڌاريو ڪلام سمجهي، اهي ڪڍو ڏئي، ته پوءِ ڇا؟ اُهي دنيا منجهان نڪري عدم موجود ٿي ويندا ڇا؟ سڀ ڌاريو ڪلام ٻوڙي بمبئي چاپي واري رسالي جي سر سهڻيءَ ۾ "ڙڙ تڙ تي پئون" وارا بيت، مرحوم مرزا قليچ بيگ واري رسالي ۾ قائم بيٺا آهن، پوءِ سنڌي ساهت کي ڪهڙي ٿي گهاٽي لڳي؟ گهڻو مٿو، ته اسين ڪٿي ائين سمجهندا سين، ته سچو رسالو ڪونه ڪڍيو اٿس ۽ پر رسالي جو "منتخب" ڪڍيو اٿس، پوءِ ڇا؟ هنکان اڳي ڪنهن به سنڌي عالم، شاهه جي رسالي جي ٻين نسخن جي پيت بلڙي شريف ۽ پٽ شريف وارن نسخن سان ڪانه ڪئي آهي، ليکڪري انهن نسخن سان پيٽ ٿيل جيڪو به مال ملينون سو واهه واهه! هينئر جيڪڏهن پهرين ٽي جلد کي هڙن خسيس سببن ڪري ٺوڪر هڻندا سون، ته ٻين ڀاڱن کان ماڳهين جواب ملندو سون. هن وقت اسانکي ڌيرج ڌارڻ گهرجي. پهرين ته ٻيا ڀاڱا به ڪڍي ته پنهنجو پوي ته آخر ڪٿي ٿو وڃي قصو بيهي. ٿو ڪان اڳي جو چڙهڻ يا پاڙيءَ کان اڳي ڪپڙن لاهڻ بدران پروفيسر گربخشاڻيءَ کي پاڻ همٿ ٿڻ گهرجيون ته ٻيا ڀاڱا ڪڍي، نه ته اسين پنهنجا دشمن پاڻ ليکبا سين.

هيءَ رائزني ٽي چار مهنا ساندهه هلي هئي. رسالي جي پهرين ٽي جلد ڇپجڻ شرط دُدڙيو آئيو، ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي

سڀا ويڪ طرح خيال ٿيو. اڳ ۾ رڳو "نورجهان" ڪتاب لکيو هوائين ۽ پوءِ وڏو ڪم هو ۽ پنهنجو وڪيل ٻاڻ ٿي نٿي سگهيو ۽ لکي ڏيڻ مناسب هوس. انهيءَ سبب سنڌي ساهت جي وايو منڊل مان غبار ٽارڻ لاءِ مرحوم شمس العلما مرزا قليچ بيگ، مسٽر پرمانند ميوارام ۽ ٻين هڪ ٻن سنڌي عالمن جا رايا پنهنجي رسالي بابت هٿ ڪيا ٿين. مسٽر جيٺمل جي ٻهراڻ ٿي ليکڪ کي مون رد ڏنو، ته اهو پڙهي مون وٽ آيو. اهو ٻهراڻ ٿي پيرو هو، جو ڊاڪٽر گربخشاڻي منهنجي سڄيءَ ڄمار ۾ مون وٽ پيو پري آيو هو. مون جيڪو سندس رسالي جو قدر ڪيو هو، تنهن لاءِ سرهائي ظاهر ڪيا ٿين ۽ منهنجو لکيل رايو به گهرايا ٿين، مون اُتي جو اُتي لکي ڏنس. اهي پنج ڇهه رايا پوءِ ڇپائي، اهي پترا ڪري ورهايا هوا ٿين. مون پروقت ٻاڻ وارو رايو پتري مان ڪتري، رسالي جي جلد ۾، اندرين پاسي، هڻي ڇڏيو هو، جنهنڪري اهو اڃتا ٿين مون وٽ آهي. انهيءَ جي پوئين فقري ۾ هيءُ لفظ لکيا هئم:-

"هن رسالي جي مضمون ۽ ڇپائي ۽ بناوٽ کي ڏسي چئبو، ته سنڌي ساهت ۾ هيءُ ڪتاب هر طرح لاثاني آهي. مونکي يقين آهي، ته سنڌ جا هندو توڙي مسلمان ٻنهي صاحب جي هيڏي ساري محنت جو پورو قدر سڃاڻي، هنکي همٿا ڏيندا، ته ٻيا پاڱا جلد ڇپائي پڌرا ڪري. پروفيسر گربخشاڻيءَ کي همٿائڻ گويا شاهه صاحب کي عزت ڏيڻ آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو پلو چاهڻو آهي."

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي بنسبت مسٽر جيٺمل جا ليک "پارتواسيءَ" ۾ ۽ منهنجا "پرڪاش" ۾ پڌري پيا ۽ ٻاڻ پترا به ورهايا ٿين، ته جن اڃا رسالو پڙهيو ٿي ڪونه هو، تن کي سڀا ويڪ طرح خيال ٿيو، ته ڏسون ته منجهس آهي ڇا، جنهن لاءِ هيڏو غلغلو متو آهي؟ سچ لسري هيئان لکڻ جو نه هو. ٻين به ڏٺو ته پروفيسر گربخشاڻي برابر سچو پچو پورهيو ڪيو آهي. پوءِ نه ڪي خاطر بلڪ سنڌ جون سڀ اخبارون مون سان شامل راهه ٿيون. انهيءَ ريت ڊاڪٽر گربخشاڻي اڇي ڪڇي (Scot free) ڇٽي آيو. اها رائزني ايتري هلي هئي جو اها جيڪڏهن ڌار ڇپائجي، ته ٢٥٠ بلڪ ٣٠٠ صفحن جو ڪتاب ٺهي پوي! مون فقط مکيه ڳالهيون مختصر طرح ڄاڻايون آهن، جو "رسالي جو صحيح نسخو ڪاکي چئجي"؟ تنهنجي ذڪر ڪندي، پڙهندڙن جو ڌيان هن رائزنيءَ ڏي وري ڇڪائڻو اٿم. هيءُ مضمون بي-اي جي شاگردن کي به پنهنجي هن درسي ڪتاب بابت مومن (Appreciation) لکڻ ۾ مدد ڪندو.

(٣)

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري رسالي تي ڪو ڏاسول ونو هو. عام خلق جو رايو سندس فائدي ۾ ٿيو، ته مسٽر جيٺمل هڪ علحدو رستو اختيار ڪيو. هڪ هزار ڪن بيتن جي خون جي تهمت جيڪا ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي ٻاڻ ڌري هوائين، تنهن تهمت ثابت ڪرڻ لاءِ مرحوم شمس العلما

مرزا قليچ بيگ ۽ سوڀراسي ديوان ليلارام وطڻمل رڳا نه پر سڀ جيڪي ان پنهنجيءَ دل وٽان رلايا ويا، اهي "پارلواسيءَ" ۾ ڇاپي پڌرا ڪيا نه هن. مرزا صاحب ايترو لکي ڏنس ته "پروفيسر گربخشاڻي جيڪي هڪ هزار کن بيت ڪڍي نه ڇڏي، ان لاءِ ڪا سند ڏني، ڇو ته انهيءَ جي جوابداري مٿس آهي." ديوان ليلارام سنگهه جو جيڪو ليک "پارلواسيءَ" ۾ انگريزيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، سو مسٽر جيٺمل جي سهڻي ليکڻ جو مٿ، بلڪ پسو رليون وڏيڪ! "سوناري جا سؤ ٺڪ لوهار جو هڪ"! ديوان صاحب هڪ چڱو سنڌي عالم ۽ نهايت بيپرواهه ۽ جبرو مرمڇ (Critic) هو. سوڀراسي ديوان (رشي) ڏيارام گدومل جهڙي نامور عالم مان به وقتي ڪين گسندو هو، سو ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۾ ته سند پس اک به ڪانه ٿي پڌي. هڪ هزار کن بيتن جي خرن واري تهمت تان اهڙو ٿي سگهن ٿي ڪنيا ٿيندس، جو سند پس ڪٿي ڪاني هٽي ڪٽ ڪري ٿي ڇڏيا نهن! قصو ڪوتاهه ته ڊاڪٽر گربخشاڻي هاڻ گويا هيئين ۽ ڪورٽ مان سيشن ڪورٽ ۾ رجوع ٿي ويو!

جنوري ۱۹۲۴ع ۾ جڏهن مسٽر جيٺمل هن رسالي جي برخلاف ليک پڌي لکيا، تڏهن مون اها ڪوشش پڻي ڪئي، ته ڪنهي ڳالهه ٿئي، ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي وڏيڪ ڪم ڪرڻ لي دل وري. پر هيءَ پاڻ بس ئي نه ڪري ۽ ويتر هيءَ قدم ڪنيا ٿين ته مونکي اها ڳالهه هيڪاري ڪين وڻي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان انوقت ڪو به لڳ لاڳاپو ڪونه هوم؛ مسٽر جيٺمل سان ته پاڻ سنگت جو رستو وڌهين ڪان هوم، ته به هن علمي ڳالهه ۾ پاري دوستيءَ جون وانون وساري هڪ اهڙو سخت ليک "پرڪاش" اخبار ۾ لکيم، جنهن لاءِ خود مونکي اڄ تائين ارمان آهي. منهنجي انهيءَ ليک کان پوءِ پاڻ فقط هيءُ لفظ لکيائين:-

"پروفيسر گربخشاڻي جي ڏرواري جن جي قلم جو مکيه عيوضي اخبارن ۾ مسٽر پيرومل مهرچند آهي، سو صاحب پارلواسي اخبار ۾ "انهن راهن وجهڻ لي بلڪل رنج ٿيو آهي".

وري به مهرباني مسٽر جيٺمل جي سمجهم، جو ايترو لکي بس ڪيائين. پنهنجي دوست مرزا قليچ بيگ کي خانگي طرح به اکر لکي موڪليم، ته مهرباني ڪري هن رسالي بابت وري ڪا به اپتار نه ڪجو. هن صاحب ڪيو به ائين. ديوان ليلارام سنگهه سان منهنجو ننڍي هوندي کان نياز مندي ۽ جو رستو هو ۽ هڪٻئي جي سڀاءَ جا واقف هواسين. ڪيس ماڻ ڪرائڻ لاءِ هڪ سولي وات سڄهي آيم.

سنه ۱۸۹۰ع ۾ ديوان ليلارام سنگهه هڪ ڪتاب شاهه عبداللطيف بابت انگريزيءَ ۾ لکيو هو، جنهن ۾ رسالي جي اهڙن لفظن جون معنائون به ڏنيون اٿس. پوءِ ان وڌهين ڪا اپوءِ مون پاڻ جڏهن شاهه جي رسالي جو اپياس ٿي ڪيو، تڏهن ڏٺم ته انهيءَ ڪتاب کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ جي اڃا گهڻي ضرورت آهي. ان ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾

جي رسالي ۾ وري ڇو وجهجي؟ مطلب ته رسالي ۾ نج شاهه صاحب جو ڪلام هئڻ گهرجي.

(٢) شاهه ڪريم جو هيءَ بيت سر ليلا چنيسر جو بنياد هرگز نه ليکبو ۽ ڇاڪاڻ ته اهو بيت انهي وقت جو چيل آهي، جنهن وقت راجا چنيسر پنهنجي راڻيءَ ليلان کي ڌاڳو ڏيئي، ڪونروءَ کي پنهنجي راڻي بنايو هو. ليلا چنيسر جو قصو انهيءَ بيت سان شروع ٿي ڪونه ٿو ٿئي، تنهنڪري سر جي منڍ ۾ اهو بيت بيهارڻ ئي عبث آهي.

اهي ٻه سبب ڏيئي، "سنڌ آبزرور" ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي صلاح ڏنيم، ته اهو بيت بنهه نه ڏجو ۽ انهيءَ سر لاءِ ٻين سرن جا سڀيئي بيت اهڙيءَ ترتيب سان بيهارجن، جو جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر هڪ ٻئي پٺيان ڳنڍيل ڏسجن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پوءِ ڪيو به ائين. حيدرآباد واري "سنڌ جرنل" ۾ پندرهن ورهيه اڳي يعني ١٩٠٨-٠٩ع ۾ ديوان صاحب جي ڪتاب بنسبت جيڪي لکيو هوم، تنهنجي ٻن اکرن ۾ ديوان صاحب کي يادگيري ڏياريم. مطلب ته اشارو ڪيو مانس، ته پروفيسر گربخشاڻيءَ توهان جي ڪتاب کان به جڏهن وڌيڪ سٺو ڪتاب ڪڍيو آهي، تڏهن هن تي هٿ جلهه ڪرڻ نه جڳائي. ديوان صاحب زيرڪ ماڻهو هو. منهنجي ماٺ (Hint) سمجهي ويو، سو وري ٻيڙڪ به ڪين ڪڇيائين. ائين ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جا انيڪ ڪلياڻ ٿيا ۽ رسالي تان گره ڇار جو حساب لهي ويس. پوءِ ته ڀاڳ سٽارو ڪليس.

## آفرين ۽ انعام

هن رانديءَ نه رڳو هندن، پر مسلمانن جو به چڱو ڌيان ڇڪيو هو. مخدوم قاضي سيد اسدالله شاهه "الوحيد" اخبار جي ذريعي سنڌ جي مسلمانن پاران ڊاڪٽر گربخشاڻي جي شڪر ادائي ڪئي ۽ آفرين ڏنائينس، جو سنڌ جي لاثاني شاعر جو رسالو اهڙي لاثاني نموني ڇپائي پڌرو ڪيو هوائين. "سنڌ آبزرور" واري پاڻ به هڪ نهايت عمدو مهتموي ليک لکي، ٽيل مخالفت کي ننديو ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي همت افزائي ڪئي. سگهوئي پوءِ سنڌ جي تعليم کاتي وارن جي سفارش تي سرڪار وٽان هڪ هزار رپيا محنت لاءِ انعام (Honorarium) مليس. ائين وڌيڪ ڪم ڪرڻ تي دل وريس. ته رسالي جو ٻيو جلد جنوري ١٩٢٥ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين. ڪن صاحبن پنهنجي جلدن جا پيسا اڳواٽ موڪليا هئس، تنکي ٽئي جلد پهچائي ٿا نگهه لاٿائين. پوءِ ڊاڪٽري جي ڊگري هٿ ڪرڻ لاءِ به گهمرا ولايت ويو. انهيءَ ۽ ٻين سببن ڪري ٽئين جلد ڪڍڻ ۾ دير ورتائين. آخر مئي ١٩٣١ع ۾ اهو به ڇپائي پڌرو ڪيائين. ست ورهيه ساندهه ساهي کنئين اٿس، ته به اڃا چوٿون جلد ڪڍيو ٿي ڪونه اٿس ۽ نڪا ڪڍڻ جي ڪري ٿو. چوٿون ڪڍي ۽ انـلاءِ ڇا ڪجي، تن ڳالهين تي پوءِ ايندس. هنيئر وقت آيو آهي، جو مسٽر جيٺمل ٽوڙي پيا رسالي جا اپياسي پولا ميل پڌن يعني رسالي جي ٽن جلدن ۾ هيستائين جيڪو مال مليو اٿئون تنهن تي ويچار ڪن. مان پنهنجا خيال پوءِ ظاهر ڪندس، ڇاڪاڻ ته پاڻ جيڪا ٻين تي جلهه ڪئي اٿس، تنهنجو اول ذڪر ڪرڻ ضرور سمجهانٿو. پر هن بابت ٻئي دفعي.




١- موسم خزان جي گذري آ ڦاڳ رت ڦلائي
قدرت عجب وڇائي چادر چمن ۾ سائي
اُن تي مزو وري آ، چوڏس سندي سهائي
هن عيش جي محل ۾ ڪوئل جي ڪوڪ آئي
منٺار منهن ڏيکاريو
فصل بهار آيو

٢- موٽي بهار آئي گذري هليو سيارو
ڇا دلپسند آهي، دلڪش اهو نظارو
سائو وري ٿيو آ گونچن سندو ڪنارو
روندي چڙهيو فلڪ تي هٿن شام جو ستارو
منٺار منهن ڏيکاريو
فصل بهار آيو

٣- هر طرف گلستان ۾ نوروز جي جشن تي
ماڪي جي مک جو آهي، ڀنرو سڀني چمن تي
ڪاٽي سمن جي گل تي ڪاٽي ڪ ياسمن تي
ايندي پوئر پري کان ڦرندي چيو گلن تي
منٺار منهن ڏيکاريو
فصل بهار آيو

٤- گذري بسنت پنجين اڄ باغ آ بهاريو
دنيا جو هر ذرو اڄ ڦوليو ۽ آ ڦلاريو
هڪ درد مند دل آ، جنهن تي پريان پڪاريو
نوروز آهه نازڪ هڪڙي نظر نهاريو
منٺار منهن ڏيکاريو
فصل بهار آيو.

لطف الله جوڳي




ليکڪا:- مس ن ڪري نيپراج واسواڻي

مارچ جو مهينو آهي. بهار جي مٺي هير پيئي لڳي. جيڏانهن نهار تيڏانهن گل پنهنجو موهيندڙ مکڙو ڪڍي کڙي بيٺا آهن. ماڻهن جي پيهه باغن ڏانهن آهي.

صبوح جو اڃا پنج ئي ڪونه ٿا لڳن، ته رستن تان ماڻهن جون ٽوليون ئي ٽوليون باغن ڏانهن رخ رکيو وڃي رهيون آهن. اُنهن ۾ هڪ نوجوان، جو ۱۹ ورهين جي عمر جو مس ٿيندو، پنهنجي موج ۾ باغ ڏانهن وڃي رهيو آهي. سندس نالو موهن آهي.

موهن ڪلاڪ جي اندر باغ جي وڏي ڦاٽڪ وٽ پهتو. اندر وڃڻ سان ڏسي ٿو ته حشام ماڻهن جا اچي ويا آهن: ڪي زالون، ته ڪي مرد، ڪي وري ڇوڪريون، ته ڪي ڇوڪرا، ڪي ننڍڙيون ڇوڪريون، ته ڪي ننڍڙا ڇوڪرا. مطلب ته سڀ پنهنجي موج ۾ محو آهن.

هوڏانهن ڏسي ته ڪٿي ڪوئل جي ڪوڪار، ڪٿي بلبل گلاب جي گلن کي ڏسي، مٺي من موهيندڙ للڪار سان ڳائي گد گد پيئي ٿئي؛ ڪٿي وري پپيهو انب جي وڻ تي پيا ڪهان؟ پيا ڪهان؟ ڪري پئي پڪاريو. مطلب ته قدرت هر هنڌ بهاري پکيڙي ڇڏي، جو ڪٿي ڪنڊار کڙي رهيا هئا، ته ڪٿي ٽانگر ٽلڻ جي پٺي ڪئي. مطلب ته هرهڪ پاڻ کي سڀني ۾ سرخرو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي کڙيو بيٺو هو.

اهڙي طرح موهن پنهنجي من جي موج سان گلن جي جهڳٽن مان هلندو هلندو باغ جي هڪ اڪيلي پاسي اچي نڪتو، جتي ماڻهن جي پيهه ايتري نه هئي. اوچتو موهن جي نظر هڪ نازنين تي وڃي پيئي، جنهن پنهنجي سنهڙن زيبدار هٿن سان گلاب جي گلن جي جهڳٽن مان گل پٽي چنا. يڪدم موهن جي حالت ئي ڦري وئي، مٽي جي مورت بنيو بيٺو رهيو. ششدر اکيون خود اکين ۾ وڃي

اٽڪيون. اڄ تائين موهن کي خبر ڪانه هئي ته حسن به ڪو ايتري ڪشش ڪندڙ وستو آهي. بس بيتاب بيٺو رهيو.

ڪمر تائين وار، ڀاسيري سينڌ، ڪاريون اکيون، گلابي ڳل ۽ نوڪدار نڪ، لب لعل ۽ سنهڙا ڏند، ڪاڏي نزاڪتدار، ڳچي رونقدار - شڪل شاهاڻي ۽ موهيندڙ - قد پورو پنو، مطلب ته حسن جي جمال کي ڪمال هئي. جهڙي ٻاهران حسين هئي تهڙي اندر جي به سشيل هئي. نالو وري اهڙو ئي سشيل سيلونتي هوس.

اوچتو سيلونتي جي نگاهه موهن تي پيئي. سيل جي ديوي پنهنجي سفيد ساڙهيءَ کي يڪدم سنڀاليو، جنهنکي بهار جي هير جي گستاخ جهوٽن سندس سيني کان پري پٽي ڪيو. جهڙوئي ساڙهي جو پلاند تي سنڀاريائين تهڙو ساڙهيءَ جو پلئه وڃي گلن جي جهڳٽن جي ڪنڊن ۾ اٽڪيو. ڇڏائڻ جي گهڻيائي ڪوشش ڪيائين پر پاڻ وڃي وڌيڪ اٽڪيو. هيڏانهن هوڏانهن گهڻوئي پنهنجي ڀاءُ لاءِ نهاريائين ته هجي ته ڇڏائيس، پر سندس ڀاءُ ٻئي پاسي نڪري ويو هو. تنهنڪري وڌيڪ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيائين پر مرڳو سندس نازڪ هٿن کي ڦهري ڪنڊن هٿي جهوري ڇڏيو.

ايترو سارو وقت موهن مات ڪيو بيٺو هو. بس هينئر هن کان هڪ منٽ به مات ڪيو نه ٿيو. تنهن يڪدم گلن جي جهڳٽن مان سيلونتي جي ساڙهي جو پلاند ڇڏايو ۽ پنهنجي رومال مان پٽي ناهي سندس هٿ کي ويڙهڻ لڳو. سيلونتي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺي رهي. جلدي سيلونتي اُتان هلي وئي ۽ ڀاءُ سان وڃي گڏي. موهن نماڻا نيڻ ڪنيو نهاريندوئي رهجي ويو.

موهن باغ ڇڏي گهر ويو، پر پاڻ سان سيلونتي جي صورت کڻي ويو. هو هميشه سيلونتي جوئي خيال ڪندو هو. هوڏانهن سيلونتي، به موهن جوئي خيال کڻي وئي.

موهن عامل نه آهي، پر هڪ وڏي چڱي ٻاهر واري جو پٽ آهي. هو ايف. اي پڙهندو آهي. پڙهڻ ۾ هوشيار، پروفيسرن ۾ پيارو، ڇوڪرن جو سرتاج اڄ ڳري ڪنڊا تي ويو آهي. سڀ پيا عجب کائين ته موهن کي ڇا ٿيو.

امتحان ۾ باقي ويهه ڏينهن آهن. سڀڪو پيو خوب پڙهي، پر موهن کان پڙهڻ نٿو پڄي. ميز تي پڙهڻ وهي ته سيلونتي جي صورت اچيو اکين اڳيان ڦريس. رڳو خيال ئي سيلونتي جا پيا پوانس. نيٺ امتحان به پورو ٿيو ۽ اُنجو نتيجو ظاهر ٿيو. پر بدقسمت موهن نا پاس ٿيو.

سيلونتي هڪ شاهوڪار عامل ڇوڪري آهي. سندس پيءُ هڪ نالي وارو جج آهي. ستون درجو پڙهندي ستين جو امتحان ڏنائين ۽ ان ۾ پاس ٿي. هينئر سيلونتي اڳي جهڙي بدن ۾

پڙهيل نه آهي پر گهري ڪندا تي ويٺي آهي.

جون جي ويهين تاريخ آهي. ڪاليج ڏانهن، جيڪي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پاس ٿيا آهن، تن جي پيهه آهي. اُنهن مان هڪڙي سيلونتي به آهي.

سيلونتي اچا ڪاليج جي دروازي وٽ هئي ته موهن کي ڏٺائين. هاڻي سيلونتي سمجهيو ته موهن ڪيس انٽيڪي پيو ملندو. بس سيلونتي جي خوشي جي حد نه رهي. هوڏانهن موهن به سيلونتي کي ڏٺو ۽ سندس اکين مان خوشي جا لڙڪ وهڻ لڳا.

هينئر سيلونتي ۽ موهن ساڳئي ڪلاس ۾ پڙهن ٿا، پر ڪڏهين به هڪ ٻئي سان اکر به نه ڳالهايو اٿن.

آڪٽوبر جو مهنو آهي. ڪاليج جي پهرين ٽرم جو امتحان هلي رهيو آهي. موهن به هينئر خوب پڙهيو هو سو پهرئين نمبر اچڻ جي اميد اٿس. هوڏانهن سيلونتي به پڙهڻ ۾ گهٽ نه آهي. امتحان جو نتيجو ظاهر ٿيو. موهن حساب کانسواءِ سڀني ڪمن ۾ پهريون نمبر آيو، پر سيلونتي حساب ۾ پهريون نمبر آئي. ٻين ڪمن ۾ به چڱيون مارڪون کنيا ٿين.

هينئر موهن کي آنڌ مانڌ ٿي ته ڏسان ڪٿي سيلونتي کي وڌيڪ مارڪون مليون آهن، سو سيلونتي کان حساب جي ڪاپي گهرايائين. سيلونتي ٻئي ڏينهن تي ڏيڻ جو انجام ڪيس. ٻئي ڏينهن سيلونتي ڪاپي ڏنس ۽ هڪ ڪتاب گهريس، جو موهن ٻئي ڏينهن آڻي ڏنس. اهڙي طرح هڪ ٻئي سان ٿورو گهڻو ڳالهائڻ لڳا.

هڪ ڏينهن ڪاليج سويل بند ٿيو هو ۽ سيلونتي جي گاڏي ڪو نه آئي هئي، جنهنڪري سيلونتي اڪيلي رهجي ويئي. موهن به ڪي اخبارون ويٺي پڙهيون جنهنڪري گهر وڃڻ ۾ دير ٿي ويس. اوچتو موهن سيلونتي کي اڪيلو هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو ڏٺو. موهن سيلونتي کان هيستائين ڪاليج ۾ هئڻ جو سبب پڇيو. سيلونتي جواب ڏنس. اهڙي طرح ٿورو وقت پاڻ ۾ ڳالهايائون. نيٺ ٻنهي پنهنجو اندر کوليو ۽ هڪ ٻئي کي هڪ ٻئي جي خبر پيئي.

گهڙيءَ جا گهڙيال آهن. اج ماڻهو نديو سيان وڏو. اهڙي طرح موهن هينئر بي.اي پاس ڪئي آهي ۽ سيلونتي هڪ سال انٽر ۾ نا پاس ٿيڻ ڪري اڃا بي.اي ۾ آهي.

هاڻي هوڏانهن موهن کي چڱن چڱن گهرن جون مائٽيون پيئون اچن، هيڏانهن سيلونتي لاءِ به گهڻيئي ڇوڪرا پيا واجها ٿين. پر سيلونتي هڪ کي به نٿي قبول ڪري. موهن به پيو چوي ته اڃا ٿورو سو، جيسيتا نين نوڪري ملي. هڪ ڏينهن سيلونتي لاءِ تمام سٺو گهر ۽ سٺي ۽ چڱي ڇوڪري جي مائٽي آئي. سيلونتي جي مائٽن کي قبول هئي،

سيلونتي تہ بہ ناڪار ڪئي. پر سيلونتي جي مائٽن پڪ ڪري ڇڏي تہ اُتي سيلونتي مڱا ٿيندا سين.

سيٺي کي خبر پئجي ويئي تہ سيلونتي مڱي آهي. سيلونتي کي گهٽيئي ساهيڙيون واڌايون ڏيڻ لڳيون. سيلونتي کي هڪ سگهڙ ساهيڙي ڪملا نالي هئي. ڪملا سيلونتي کي ڏک ۾ ڏسي سبب پڇيو. پر سيلونتي ڪٺي اکيون هيٺ ڪيون. نيٺ سيلونتي ڪملا جي گهڻي چورڻ تي کيس دل جو راز ٻڌايو. ڪملا جا سيلونتي جي سچي سهيلي هئي تنهن سندس مائٽن کي ٻڌايو ۽ سمجهايو تہ سيلونتي موهن کانسواءِ ڪڏهين بہ جالي نہ سگهندي. ڪيتري ردبدل کانپوءِ سيلونتي جا مائٽ مڙيا ۽ سيلونتي جو مڱڻو موهن سان ڪيائون ۽ جلدي موهن ۽ سيلونتي جي شادي ٿي. ٻئي پريمي هڪ ٻئي کي مليا.

سيلونتي جو پيءُ هلندي وارو ماڻهو هو جنهنڪري موهن کي چڱي نوڪري ملي. مطلب تہ هي ٻئي چڱو وقت گذارڻ لڳا. موهن کي پيءُ جي ملڪيت بہ ملي.

سچ بہ پيا آهي. انسان ڪڏهين پريءِ ۾ ڪڏهين پاڪر ۾. موهن اج اڳي جهڙو سلڇڻو چوڪر ڪونهي. هينئر روز جوئا ڪرڻ تو وڃي، جنهنڪري رات جو گهر هڪ ٻجي ٿو اچي. ڪڏهين تہ اصل اچيئي ڪونہ ٿو. ويچاري سيلونتي سڄي رات اکيون پائيو ٿي وهي تہ موهن اچهو آيو، پر نيٺ اُنين ئي رات گذري وڃي ٿي. پر جي بہ اچي ٿو تہ نشي ۾ ٽمندار. پوءِ گارگند پيو سيلونتي مٿان ڪري.

هينئر موهن پيءُ جي ملڪيت وارا پئسا سڀ کائي کپائي ڇڏيا آهن. باقي رهيس نوڪري جو پگهار سو بہ هڪڙي ڏينهن آڻي تہ ٻئي ڏينهن جوئا ۽ شراب ۾ چٽ. ڪيترو قرض کنيا ئين پر اُهو بہ ٿورن ڏينهن ۾ خلاص ڪري ڇڏيائين. اهڙي طرح رات مان ڏينهن جو بہ جوئا ڪرڻ لڳو.

سچ جي ديوي سيلونتي اهڙن افعالن هوندي بہ موهن جي تن من سان شيوا ڪندي هئي. رات جو ايندو هو تہ ماني تمام چڱي طرح سان ڏيندي هيس، تنهنکان پوءِ زور ڏيندي هيس ۽ پوءِ پاڻ سمهندي هئي. هينئر موهن وڌيڪ بد سنگت ۾ وڃي ڦاٿو. هينئر تہ چار چار، پنج پنج ڏينهن گهر نٿو اچي. ويچاري سيلونتي روز بروز وڃي ڳرندي. نيٺ سيلونتي کي سنهو تپ اچڻ لڳو ۽ ڏينهان پوءِ ويئي پرڪندي، تہ بہ جڏهين موهن گهر اچي تہ سندس چاڪري ڪري ۽ سيلونتي وري ڪنهن سان پنهنجي درد جي ڳالهہ بہ نہ ڪندي هئي.

اهڙن افعالن ڪري موهن جي نوڪري بہ ڇٽي ويئي. نوڪري جو

پورو ٿيڻ ۽ موهن جو خالي ٿيڻ. بس سڀ موهن جا دوست جي پئسي هٿان مهل چٽ چٽ ڪندا هئس سي پڇي ويس. ڏهين ٻه موهن جوٺا پيو ڪندو هو.

منجهند جو وقت آهي، موهن کي سڀ سنگتي ساٿي ڇڏي ويا آهن، هو ٻن ڏينهن کان بکيو آهي. نيٺ پيو رستو ڏسي سيلونتي وٽ اچي ٿو ماني گهرڻ. سيلونتي موهن کي ڏسي خوش ٿئي ٿي ۽ ماني ڏئيس ٿي. اوچتو موهن سيلونتي جي ڳريل شڪل کي ڏسي پاڻ تي ڦٽڪار ٿو وجهي. اندر جو اندر ۾ چوي ٿو ته مان ئي ڏوهي آهيان جنهن هڙي سشيل ديوي جي هڙي نازڪ حالت ڪئي آهي. اهڙا خيال ڪندي موهن جي اکين مان رت روپي ڳوڙها ٽمٽم ڪري وهن ٿا. موهن جهلجي نٿو جهلجي. هو يڪدم وڃي سيلونتي جي پيرن تي ڪريو ۽ سيلونتي جا پير هنجن ۽ ڳوڙهن سان پُري ڇڏيائين. موهن معافي طلبڻ لڳو. سيلونتي پنهنجي پتيءَ کي پيرن تي ڪرڻ کان روڪيو. بس پوءِ اچي ٻئي روئڻ ۾ ڇتڪيا، وري به موهن سيلونتي کان سچي دل سان معافي وٺڻ لڳو. سيلونتي سڀ ڪجهه معاف ڪيس. وري موهن ۽ سيلونتي اڳي وانگر خوش گذارڻ لڳا. موهن کي نوڪري ملي، جنهنڪري سکيو وقت پئي گذرڻ. هيئنئر سيلونتي کي هڪ ڪڪو به آهي ۽ پاڻ به وري بدن ۾ پري آهي ۽ جو لپ ايندو هوس سو به لهي ويو اٿس.

شل ايشور سيلونتيءَ جهڙيون ديويون اسانجي ڀارت ۾ پيدا ڪري ته ڀارت وري اڳي وانگر سرڳ بڻجي.



# غزل

وزن- مفعول فاعلات مفاعيل فاعلات.

(١) ساقي پيار سرڪ نه تازو بدن ٿئي،
هيڻن هڏن ۾ منهنجي رطوبت جوبن ٿئي.
(٢) منزل پري ۽ منهنجي هڏن ۾ نه ست رهيو،
سامهون اجل جي سڏ جو ٿو مون سر سمن ٿئي.
(٣) مولا اوهانجو آسرو اوري اجل ڪنان،
دار الامن مان منهنجو گذر ڪوگهن ٿئي.
(٤) جي فضل ٿي خدا جو، نه بيمار ٿئي سگهو،
اجريو جو گهر سو برسجي چوڪو چمن ٿئي.
(٥) جم ۽ مرڻ جي وچ جو سو ڪٽن سڪي جٿي،
جنهن جو مڪان دنگ هي دارالامن ٿئي.
(٦) مخمور نيڻ تنهنجا تا چورين منهنجو چت،
پابوهه تنهنجي تي پرين مون من ڇڪن ٿئي.
(٧) جٿري مرڻ جي وات جو واقف سڄاڻ ڪو
آنند ڌام سو وسي، آجو دکن ٿئي،
(٨) مسلم ۽ هندو شاد جي هو دلنشين ڪن،
مندر مسيت ساڳيو ٿي جلوه فگن ٿئي.
(٩) ڌاتار تنهنجي ذات جو، ڪيڏو ڪيان بيان،
ساري عمر سراهيان نه ڪوته سخن ٿئي.
(١٠) مخمور تنهنجي حسن ڪيو مست بي خطر،
عاشق پتنگ وانگي فدا سر فگن ٿئي.
(١١) محتاج بندو بندي جو، مطلب جو آهه ڪيل،
مطلب ري ڪنهنجو ڪون تو ڪنهن سان سخن ٿئي.
(١٢) ڪلرات پُوڻن، پاڻ جي برڪت سان چاق چست،
برڪت سان سرنه برسجي چوڪو چمن ٿئي.

سوبراج لوملداس

# بيروزگاري

آهه بيڪاريءَ کان بڪ، جي باهه ۾ بيروزگار،
خون جا ڳوڙها ٿو ڳاڙي، هاءِ! شامت جو شڪار.

۱- ويو وچولي شخص جو، ورتو پڙهڻ جي پيٽ ۾،
هـــڙ وڃن واري لٽـــي، تعليم تي ٿيو عملدار.

۲- عملداري ناهه بيڪاري، مرض جو اڄ علاج،
جڻن وڌن ڏکويون، تن ڏکويون وڌي بک جو بخار.

۳- جن سڄائيءَ ۾ پڙهي، حاصل وڏيون سندون ڪيون،
تن آيا ڳن جو پڇي ٿو، ڪوٽ قرضن کان ڪپار.

۴- هن طـــرح حاصل ڪيل، تعليم ڏيـــوالو ڏنو،
مور موڙيءَ جو نه ڇڏ، ٻيو وياج جو لاهي نه بار.

۵- اڄ هنرن ڌاران ٿيو، بدحال آهي علم جو،
سوٽ منڊي آهه هيري، ڪک سوا بي زيبدار.

۶- ٿي وڃي طاقت ۽ دولت، مفت ڪاليجن ۾ جا،
سا هنـــر ۾ جي وڃي، آسودگي آڻي اپار.

۷- سنڌ ۾ پوکڻ جي لائق، آهه جا زرعي زمين،
سا جي سالم پوکجي، ڏئي اُن جا بيحد پيدار.

۸- هت اُٺيتاليهه لک آدم، نه ايڪڙ هڪ ڪروڙ،
ٿيڻ آدم سنڌ پالـــي، جي ڪجي کيتي سڌار.

۹- آهه شڌ ڪاڌي ٿيڻ، جو سنڌ ۾ ڪيڏو ضرور،
جنهن تي ٻڻ آهي هزارن، جي ڪمائيءَ جو مدار.

۱۰- جي اُٿي جاڳي جوانو! ڪرم تي قبضو ڪريو،
هو نه **بيوس** ڪين ٿئي، بيروزگاريءَ جي ٻڪار.

مسٽر ڪشنچند تيرٿداس کتري [بيوس].

# اڇرج جهڙيون رسمون ۽ رواج

ليکڪ:- مسٽر لعلچند امرڏنومل جڳتياڻي، بي. اي.

روءِ زمين تي اهڙي قوم ڪا ليندي ڪا نه، جنهنجي هڪڙي نه ٻي ريت بهت اچرج جهڙي نه هوندي. پر اهي قومون، جي آڳاٽيون آهن، تنجي ڪا ڪا رسم رسمات اهڙي عجيب ٿي ٿئي، جو ڪڏهن به اسانکي انهي جو ڄاڻ پوي ٿو ته حال ته اسين دل ۾ پيا هڻون ته اها ڳالهه ويسهه ۾ اچڻجي يا نه.

مثلاً سوماترا جي ٻيٽن ۾، هڪڙا شڪاري رهن ٿا، جي سمجهندا آهن ته شراب نوشيءَ لاءِ انسان جي کوپريءَ جهڙو معتبر ۽ خانداني پيالو ٻيو آهيئي ڪونه!

انسان جي کوپري هنجي لاءِ ڪاڳري وٿ آهي.

وڏور ڪنياڻن کي پنهنجن سڳ ڇڪيندڙن جي پاران ٻي ريجهه رهاڻ کپيئي ڪانه. سڳ ڇڪيندڙ جنهن پنهنجيءَ پياريءَ کي کوپرين جو چڱو موچارو عدد سوکڙيءَ طور ڏنو، لائون هوءَ انهي سانئي لهندي.

اهي لوڪ پراڻا پڪا ڇڏي، تون پيرا به ٿيستا ٿين کين ٿيندا، جيستا ٿين انهن نون جي پيڙهه جي هيٺان ڪو مقرر انداز انسانن جي کوپرين جو نه پوريو ويندو. اندر پٽين جي سينگار لاءِ به مورت يا تصوير هي ٽنگين ٿي ڪانه. انهي لاءِ به هنڪي ويرين جون کوپرين وڻن!

آسٽريليا جي اتر اولهندي طرف، پائونن نالي ٻيٽن ۾، جيڪي آدم خور رهنتا، اُتي وري ڳچيءَ لاءِ رکياتون ۽ تعويذ، انسان جي ٻانهن وارين نڙين مان ٺاهين!

اهي لوڪ پنهنجن نينگرين کي وري، پوڻي ڪان اڳ ٻاهر نڪرڻ کين ڏين. نينگرين پنهنجن کي، ڪچيءَ ۽ ناريل جي پنن مان پيرا ٺاهي، انهن ۾ بند رکن، تانجو وري وهانو واري ڏينهن اُتان سندن موڪ ٿئي. انهي وچ ۾ ٽولي جون جيڪي ٻيڙيون هونديون، اهي هنجي متان پيون پيو ڏينديون. وانڪائيءَ لاءِ اهي ٻيڙيون اُنهنکي، ڏينهن ۾ هڪڙو پيرو پڃرن مان ٻاهر ڪڍنءَ نه ته پيو سڀ وقت اپلاٺون اندرئي پيون رهن.

هوڏانهن اتر وڏي سمنڊ ۾، جتي ٻارهن ئي مهينا برف پئي وسي، جو اُتي جا اسڪيمو لوڪ پنهنجا گهرتي برف مان

ٿا هين، اُني وري ماءُ پنهنجي ابهم جو هٿ منهن پاڻيءَ سان ڪانه ڌوئي؛ جيئن سان ڇٽي پار ڪي اڇو اُجرو ڪري؛ ڇو ته انهي ڪم لاءِ پاڻي اُني مڪروه سمجهيو ويندو.

اُتر آميريڪا جي بنسه اولهه ڏس ۾، هڪڙا ڪارا پيرا انڊين ٿا رهن، انهن ناني ڪرنل ايٿوٽن نالي هڪڙو ناميارو سيلاني، چوي ٿو ته جيڪو منجهائن چاهيندو آهي ته آءٌ وڏو سورمو ٿيان، انهي کان سندس ذات ڀائي امتحان به جهڙو وٺندا آهن.

پهرين ته اهڙي اميدوار کي پٽ ۾ ڪتل هڪڙي اُپي ٽنب سان چوڪنيو ڪٺي ٻڌندا؛ ۽ ڇاتي جي رڳن ۾ سندس سل ڪري، انهن مان چوڙي جا ڌاڳا لنگهائي، انهن جون پڇڙيون هن ٽنب سان جڪڙي ڇڏيندا؛ پوءِ کيس چوندا ته صرف ڇاتيءَ جي زور سان اهي ڌاڳا ٽوڙي، پنهنجا بند اُتهين آجا ڪر، ته اسين بيشڪ توکي مڙس ڀانيون ڏيون!

انهي ويل اُميدوار جيڪا پيڙا پوگيندو هو، انهي جو رڳو ٽورڙو تصور ٿو ڪجي، ته پاڻ ماڻهوءَ جا لڳ ٿا ڪانڊارجن.

اهو سيلاني لکي ٿو ته ڪنهن ڪنهن اُميدوار کي ڇڪين ڏيندي پوءِ به، ٽي ٽي ڏينهن به لڳيو وڃن؛ ڀاڳن ڀريو ڪو هوندو آهي، ته اُن اهو پهرين اندر اتان پنهنجي جند ڇڏائي سگهندو آهي.

پر جو وقت اُميدوار ٽنب سان ٻڌو پيو هوندو، سو وقت زالين مردين سندس ذات ڀائي وٽا ٽنس پيا لنگهندا. پوءِ جي پاڻ انهن کان پاڻــي گهري پيئا ٿين، پا ڇپائين ته موت توبهه پري، موڪان هٿان ڇڏايو، ته پنهنجي حالتن ۾ عمر پر لاءِ سندس سنٽيا ناس، خانو خراب. ڇو ته انهي پڇاڙيا جان هي جيئندو، تان مردانو لباس وري هنڪي به ڪڻ ڏيندائي ڪونه، اٽئي پهر زنانو ويس کيس اوڍيو پيو هوندو، ۽ ڪنهن به لڙائيءَ يا شوط ۾ کيس وارو ڪونه ملندو. زال ذات ڏانهنس ڪانه نهاريندي؛ ۽ ڪهڙي به ڪوجهي، ڪاري، ڪوُڙهي هوندي، ته هن گيديءَ جو ڏس هنکي ڪونه وٺندو؛ عمر لاءِ حق بخشي وهندي، هن سان پلؤ نه اٽڪائيندي!

ڏکڻ آميريڪا منجهه، برازيل ۽ بوليويا وارن پرڳڻن ۾، هڪڙا آڳاٽا لوڪ آهن، انهن ۾ وري ٻار ڄمي ته ٻار جو پيءُ مٿو؛ ٻارهن مهينا سانده ويچارو پيو ڪاڏو ڇڪيندي ڪين؛ انهي ڏينهن کان وٺي گذر سندس ٻاڙن ۽ بادامن تي ٿئي. هوڏانهن آلوڀائي به پنهنجي لاءِ ڪاڏو پاڻ ڪانه رڌي. اهو ڪم سنديس سس ۽ سهرو ڪن. انهي ڌاران کي مهينا ٻيءُ ويچارو مٿو نه ڪنهي. ڇوڇي ٻار مٿان ڦيٿو يا پٽلو اُڏو يا منڊو، پوڙو يا گونگو نه ٿئي!

انهن لوڪن جي ويڄن کي، طبــابت سکندي، نو نو، ڏهه ڏهه ورهيه لڳيو وڃن. سيکڙات پوءِ به ٻارهن مهينا اڪيلي سر وڃي جهنگ بن وسائيندو؛ جتي لنگهڻ ڪڍي، ڏينهون ڏينهن، رات جا چارئي پهر ناچ وجهي، پاڻکي بنه ملنگ بنــائي ڇڏيندو؛ شراب پيئڻ سان به گهٽائيندو ٿي ڪين؛ تنهن هوندي به اڪ پنهنجي سالم

قدم ٻڌو نه رکيا نين، نه ڇڱو ندارد ٿيو. ٻهون جا ٻهر ڳرا ڳرا مدگو پيو ڦيرا ڏيندو؛ تماڪ جا سوٽا پيو پيئندو؛ انهي سان شامل وري اها لياقت نه ڀرايا نين ته ٻيان مريض لي زور سان ٽڪ ڪڻي اُڇلائجي، جو ٽڪ وڃي هنجي منهن ۾ ٻوي، ته به سمجهبو ته ڪامياب نه ٿيو!

وچ ايشيا ۾ جيڪي ڪالمڪ لوڪ رهن ٿا، انهن ۾ ٻرٽا وري هڻن ٿين: ڪنوار ڇا ڪندي، جو گهوڙو پلاڻي، ونئي گهوڙي کي ٽپال ڪڍا ڏيندي؛ ٻوء جيڪي به سندس سڱ ڇڪيندڙ هوندا، اُهي پنيانس ڪاهي ٻوندا. ڪنوار کي هٿ ۾ وري هڪڙو ڇاهبوڪ هوندو، جنهن سان جن سڱ ڇڪيندڙن کي ٻاڻ نه گهوندي هوندي، انهن جون حال اکيون سڄائي ڇڏيندي؛ ٽان جو هڪڙو ڀاڱن پيرٻو مڙٻوئي پاڻکي هنجي سٽڪن کان بچائي، ليٽ اُنس وڃي غالب پوندو. هيء ٻوء ڪنوار انهي جي!

هي لوڪ گهوڙيء جي کير کي ڪاڙهي ڪاڙهي، منجهانس اهڙو هڪڙو پيچ ٺاهيندا آهن، جنهن جي شراب جي نشي سان جاء ڪانهي؛ اهو وري چم جي بوتلن ۾ وجهي، ٻوء هي ٻيڻن؛ جڻن چونڊ ته آڳاٽن يهودين جا بزرگ ۽ ٻيا مڙس ڪندا هئا!





# جهنگ جو سير شڪار

ليکڪ:- مسٽر پرمانند ميوارام، ايڊيٽر ”جوت“.

ٻوٻاريءَ جي مهل هئي. ڪا هئي جهڪ ڪوواڙ، ڪو سيءُ ڪا اُلٽ ۽ ٿڌي، وڻندڙ سيتلتائي هئي. اهڙو مزيدار ۽ نرمل نظارو هو، جو ڏسي نيڻ ٿي ٺريا. پوري هيٺ ٿياسين ته آڪي باقي عجيب نماءُ نظر آيو. ساوڻ ٻيرن جا جهڳٽا قطارن لايو بيٺا هئا ۽ اُن بيٺي سندن سبز ۽ ڪومل ٽارين ۾ چڪ هنيان. ٻيري جي ڪُو ڪُو ٻي پيئي، هيڙهن پنهنجا ڊگها پڇ پٺي لوڏيا ۽ وڻ ۽ ٻٽ پٺي ٽپيا. ڪاٺ ڪٽو ٽپيون ماريندو پٺي اُڏاڻو. ڪار ڪڇيءَ وڻن جي چوٽين تي وٺي پرسويا. چانهه وڃاري ڊ جهٽي، سا اسان کي ايندو ڏسي اُٿي پڳي، تنهن مهل ڪو سندس ڪنبڻ ڏسي ها ۽ اڪيلت جي به جاءِ نه هئي! پويان سرهه، جا ليئي ۽ ڪڪڙ جون ٻوڪون هيون. ٻوڪون ڪين هيون، جڻ سبز گلم ۽ غاليچا وڇايا پيا هئا! مٿون بلبل جي ٽڪلو ٽڪلو ته باقي موهت ڪري ڇڏيو. واهه بلبل، تنهنجي مٺڙي لات! برف جا ملڪ ڇڏي تون اچين اسان کي پنهنجا مڌر راڳ ٻڌائڻ، ۽ اسين لوڪي پيٽيون ڏورا وجهيو ڪنيون بند ڪريون! لوڪي ”پوري“ چڱو نالو رکيو اٿن. لوڪيءَ پيٽيءَ لي هوڪيو وڃي ۽ جهنگ جا سڪ به وساري ڇڏين.

اسان کي هو پويان ڳوٺ گهمڻو ۽ روڏي جو سما چار لهڻو. ايتري سڌ هئي سين ته ٻني ۾ قابل ٿي ۽ ٻاجهريءَ ۾ لابارا پيا، ته روڏو پنهنجي ٻچا ساڻ ڪري، اُٿي ٿيندو راهي، ۽ وڃي ٻيون ولايتو وسائيندو. هيل روڏي ڪنهن اوٺاري ۾ اصل تربت جي مٿان ڪنڌي جي وڻ ۾ جهڳا ٺاهيا هئا. وڃي ڏسون ته وڻ پـــريو پيو آهي، جڻ جوڳيـــن جون مرليون ٽنگيون پيون آهن. ڊٻين جا نهيل هئا. انصاف هن جيڏا مڙي پکيءَ جا! ڊٻ جي گاهه کي وچون چيري، اڌ ڪري، تنهن سان وڃي آکيرو مڙهيندو، جڻ ڪا چوڪري سوئن سان وڃي ٿي گلابند يا جوراب مڙهيندي. اندر ڪوني ٻنيءَ سان ٺاهي ٿو، تنهن ۾ هٿ وجهي ڏسون ته ٻين پکين جا ڪنڀ پيا آهن، جي آکيري کي نرم ۽ ڪنڀري ڪرڻ لاءِ روڏو وجهندو آهي، ته مر منهنجا ٻچا آسودا رهن. هڪڙو آکيرو ٻٽو هو يعني ته آکيرا هڪٻئي جي لڳو لڳ مڙهيل هئا. ٻن پيٽرن جا ته ڪين هئا؟ پکين جو به پاڻ۾

ڇهڙو سلوڪ ۽ محبت! رڳو انسان آهي جو هڪٻئي کي ڏنو ڪين سهي. ٻيو آکيرو وري ماڙيءَ سان هو يعني هڪڙو ٻئي جي مٿان جڙيل.

ڪي پڇندا ته جڏهن پاڻي ڪونهي تڏهن ربيع جي پوک ڪٿان ٿي ٿئي؟ خريف جي لهڻ بعد هاري ٻنيءَ کي لٽون رلاج ڏيئي، زمين پوکي ڇڏيندو آهي، ته وت ٽاڻي نه وڃي يعني منجهونس رلاج سڪي نه وڃي. پوءِ موسم تي هر ڏيئي ڇاڻيو، سرهه يا ڪڻڪ پوکيندو آهي. جي پوءِ مينهن جون ڇنڊون پئجي ويون ته هيڪاري ملوڪ، ٻني پاڻ پلي ٿيندي.

هيٺئين آڪٽوبر ۾ جهنگن ۽ ٻنين ڦرڻ جو وري ٻيو مزو آهي. هوا موافق آهي، نظارو نرمل آهي، مينهن پيا، تن جهر جهنگ سرسبز ڪري ڇڏيو هو. گاهه اڃا به پٽن ۾ بيٺو آهي. پکيءَ پوندي، پوور پوڳي، اُت ٻڪريءَ کي پڪ آهي. ٻنيون به لبي رهيون آهن. هڪ ٻنيءَ ٽڪر ۾ هارين پاڇوري ڳاهي رکي هئي ۽ رڳي وائرڻ ۽ شاهوڪار کي ٿوري ڏيڻ جي دير هئي.

واهه جو ڪپ ڏيئي نڪتا سين. ڏاڍي فرحت لڳي پيئي هئي! وات تي ڪٿي ڪٿي اڃا به هرلن جو رنگت پي پيو، جو زمين کي رڱي، هر ڏيئي، سانئو سان پوکي ڇڏڻي هين، ته پيل ته زمين وت جهليو بيٺي هجي، ته مٿس ڇيٽ پوکجي. وات تي ٻير گل جهليو بيٺا هئا، لنجي هڳاءَ سان هوا واسي پيئي هئي. ڪرڙ گل ڪيو بيٺا هئا، پر سندن منيءَ رس جو چشڪو ميٺو پکين کي وڻندو ڪونه ڏنوسون. چٽن جي چانگار پئي پيئي، ۽ هيڙها پٽ پئي ڦريا. ٿوري گهڙي بـُربل جي مٺي ٽڪلو ٽڪلو پي پڌرڻ ۾ آئي. تڏ هجي ها ته ولون جا ولر ڏسڻ ۾ اچن ها ۽ ڪبڙن، ڪرڙن، ڪنڊين ٻيرن ۾ ڏاڍو رنگ لائي ڏين ها. ٻيرن جي گهوُ گهوُ پي پيئي. ڪتياڻي اسانکي ڏسي پي ٿهي. سندس پڇ جي لوڏ پي پيئي، ۽ ڪنڌ اهڙي طرح ڌوڻي پي پئي، جو ڄڻ سلام ٿي ڪيائين. ڪانٽا ڪيترن قسمن جا ٿيـن ٿا. اسان جيڪو ڏنو سو چنڊڪمرو. سوپل ڪات کي ڪٽي، جيتن کي جاڳائي، خوب ڳڙڪا ٿيندو ويندو اٿن. ڪارڪڻچي به ڇڊي پاڌي هئي ۽ پنيرڪي جو وڻن ۾ پوليون ڪندي آهي. هاري چوندا آهن، ته خدا جو ذڪر ٿي ڪري! چانهه پکيءَ پنهنجو رنگدار ڏيک ڪونه ڏيکاريو ۽ باقي هدهد، جو پنهنجي سنهي چهنب سان ماڪوڙيون ۽ پيا جيت کائيندو آهي، سو ڏٺوسين. اهو به مزيدار آهي. سليمان بادشاهه واريءَ آکاڻيءَ ۾ مکڻياڻي محل تاهڻ مهل ٽوڪيو انهي پکيءَ هوس، ڇي ”مرد زال جي چئي لڳي، سو به زال.“ ملهالي بابت وات تان لنگهنـدڙن کان سـندس پڇا به گهڻـي ڪئي سيـن، پر نه جاڻان ڪاڏي گم ٿي ويو هو ۽ موٽندي به ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. ننڍو ٿو ٿئي ۽ ننڍن پکين جهڙوڪ جهرڪي، بلبل ۽ چيهي وغيره جو شڪار ڪندو آهي. انهن پکين جون پوليون ڪري، ڪين جهليندو آهي. جنهن ڪاسائي ڪميلي ۾ گوشت ٽنگيندو آهي،

تنهن ۾ به وڻ ۾ مارئيل شڪار ٽنگي ڇڏي، تنهنڪري انگريزيءَ ۾ "ڪاسائي پکي" ڪري چونس.

بنيءَ تي جڏهن آيا سين، تڏهن ٻيون هيٺيان ڪتولا پٽجي ويا ۽ ويهي ٽڪ ٻڌا سين. پوءِ چوچا تيئي لڳا، ۽ مزيدار آکاڻيون ۽ ٽوٽڪا ازخود منهن ڏيئي اچي ٻڌا، جن سان ٻاڻ وندرايو سين. ڇوڪرن مٽيرا ٻي ڇنا ۽ اسانکي به ڇپو چوُرو ڪرايائون. پوءِ ٻاجهر جا ڏوڏا ۽ جهٽ اچي ويٺي، سي ڪاٺي خوب کاڌا سين. سچ البت تانئڙي ڏيکار لڳو، تنهن تي ٻيلي جي ٻير ۾ ڪتولا ڪٽائي وياسون. ٿورو گهڻو پڙهي، وياسون ٻيلي جو چڪر ڏيڻ.

مال ٻي چريو. ٿڌي ڇانءَ لڳي پيئي هئي. ٻير ۽ ڪنڊو گهڻو هو ۽ پيا هئا ولائتي ٻير، سي ته اُسرايائي ڪين ٿي. منجهن ٻلڙا هئا، پر جهڙيون سگريون! هاريءَ چيو ته ٻيو مرون ڪونهي، باقي بگهڙن جو جوڙو آهي. بگهڙ ڏاڍي حرفت سان ڊٺ مان ٻڪري ڪڍندو آهي. هڪڙو ايندو ۽ ڏرار اڳيان نارڻ جي ڪندو ۽ اُنجي پٺيان ويندو، ته ٻيو جيڪو لڪو ويٺو هوندو، سو اُمالڪ اوهه ڏيئي ٻڪري ڪڍي اُٿي ڀڄندو!

سهو به جتي اتي ضرور هوندو. هو جنهن ٻر ۾ رهي تنهنکي "ڪوڏ" چون. سهو ٻوڙ جو ٽڪو آهي. ڪولي ماڻهو ڪمان جهڙي ڪاٺي، جنهنکي "ڪانڙ" چون، سا ويڙهي اهڙيءَ تجويز سان اُڇليندا آهن، جو سهي جون ٽنگون ڀڄيو پون، ۽ پوءِ وڃيو جهليندس. اُتي ٻيون جي گهڻو گهڻو ٻي پيئي، ۽ نر، ماديءَ سان، ڳنڍليون ٻي ڪيون. نانگن ۽ بلائن جي ڳالهه ڪٿي. جهنڊ واري ڪوراڙ بلا جو به ذڪر ڪيو، ته ڪٿ ماڻهوءَ جي پٺيان پوندي آهي، تنهنڪري ماڻهو جي هوا کي پٺ ڏيئي ڀڄندو، ته ڀڄندو، نه ته بلا کائيندس. هوا جي سامهون ڊوڙڻ ڪري بلا جا وار پٺتي ڪجي ويندا آهن، ۽ ڏسي سگهندي آهي، جنهنڪري ماڻهوءَ کي اچي ڀڄندي آهي. روڏو پکي، جو مورليءَ مثل آکيرا ناهيندو آهي، تنهنجا عمدا گهر وڃي ڏٺاسون. هاري هوند وڻ تي چڙهي لاهي اچي ها، پر اُتي ڪڪوين جو شاهي مانارو هو، تنهنجو خوف ٿيس. پوءِ ته موٽي آياسون پنهنجي ماڳ تي.





# گائن وديا

ليکڪ:- ٿهلرام آسودومل وڪيل.

گائن وديا هڪ عجيب قسم جي وديا آهي. ساري سرشٽي گائن وديا جي اڌين آهي.

هندو قوم کي شاعري ۽ ڪوتا جو هڪ قدرتي ورثو مليل آهي. هندن جا سڀ پراڻا پستڪ مهاڀارت، رامائڻ آدڪ ڪوتا ۾ لکيل آهن. سندن ٻيا به انيڪ شاستر شاعريءَ سان ڀريل آهن.

سڄيءَ دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو نظم ۾ لکيل ڪتاب پرسڌ اتهاس مهاڀارت آهي. جن کي ڪوتا لاءِ اهڙو شوق سي ڀلا گائن وديا ۾ پوئتي ڪيئن پوندا؟ شيام ويد ۾ گائن وديا جو ذڪر چڱيءَ طرح سان ڪيل آهي. گائن وديا، وديائن جي وديا آهي. هر هڪ قوم گائن وديا جي وسيلي پنهنجي روح جون لاتيون ۽ سرتيون ظاهر ڪري. هر هڪ قوم جي رچيل ڪوتا سندس ماڻهن جي دلين جو دروازو ۽ من جي موجن جو نظارو آهي.

هندو بيشڪ اها هام هڻي سگهن ٿا ته ڪانئن اڳ ڪنهن به ٻيءَ قوم گائن وديا تي پستڪ نه لکيا آهن. سڀ قومون گائن وديا جا اصول هندن کان سکيون آهن.

هندن ۾ گائن وديا جو پستڪ گندرو ويد رچيل آهي. ان گندرو ويد جو ذڪر ڪيترن اوائلي سنسڪرت پستڪن ۾ اچي ٿو. گندرو ويد هن وقت هٿ نٿو اچي سگهي. تنهنڪري گائن وديا کي گندرو وديا ڪري سڏبو آهي. اوائلي، هندو گائن وديا ۾ ماهر هئا. هنن جي رڳ رڳ ۾ راڳ ڀريل هو. هر هڪ مند لاءِ، بلڪ ڏينهن رات جي هر هڪ ڪلاڪ لاءِ خاص قسم جو موافق راڳ مقرر ڪيل آهي. هندن وٽ راڳ ۽ راڳڻيون بي انداز آهن. انهن جو هڪ ٻئي کان ڀيد سمجهڻ ئي مشڪل آهي. يورپ جي هوشيار گوئين کي اهو ڀيد سمجهه ۾ نه ايندو آهي. يورپ جي گوئين لاءِ هندن جا سمورا راڳ ۽ راڳڻيون ڳائڻ ناممڪن آهي. يورپي گوئين پنهنجن راڳن ۾ سا، ري، گ، م جي ستن سرن سان گڏ فقط پنج اڌ سر ڪم آندا آهن، يعني ڪل ٻارهن سرن جي سڌ آهي. هندو گوئين نه فقط سر ۽ اڌ سر، پر چوٿائي سر، بلڪ سرن جا انيڪ حصا پنهنجن راڳن ۾ استعمال ڪيا آهن. يورپي گوئين وٽ راڳن سکڻ جو هي نمونو آهي، جو هڪ

سر لاءِ نشان ٺهيل اٿن. راڳ لکڻ ۾ ان راڳ جي لفظن لکڻ بدران ان ۾ هڪڙيءَ پٺيان جي سر ٿا اچن، تنهن فقط نشانيون لکندا آهن. يورپين وٽ سرگم ۾ ١٢ سر آهن. پر هندن سرگم ۾ ٢٢ سر ڪتب آندا آهن. تنهنڪري هندن جون راڳڻيون يورپين لاءِ يورپي نموني لکڻ مشڪل ٿي پيون آهن. يورپي ماڻهن ۾ اسان جي راڳڻين سمجهڻ جي لياقت نه آهي.

جن جن ودوانن هندو گائن وديا جو اڀياس ڪيو آهي، تن اُن جي چڱي مهما ڪئي آهي. انيڪ يورپي گائن وديا جا ودوان، هندو گائن وديا جو يش ڳائي رهيا آهن. سچ ڪري پڇو ته يورپي لوڪن کي سڌ ئي ڪانه آهي، ته هندو گوئين جو راڳ ڪهڙو نه مڌر ۽ مٺو ٿيندو آهي. مسلمان گوئين کي به اوائلي هندو گائن وديا جو پورو پتلو ڏسڻ ۾ آيو هو. پر سندن راڳن ۾ هندو گائن وديا جي بدران ايراني راڳن جي بوءِ اچي ٿي. مائي انڌي بيسنٽ ١٩١١ع ۾ مدراس شهر ۾ هندوستاني گنڌرو وديالي کوليندي، هڪ سٺي تقرير ڪئي هئي. مائي صاحب هندو گائن وديا جا مکيه گڻ پڌايا هئا. هندو گائن وديا ۾ آدميءَ اندر فرشتن جي جذبن پيدا ڪرڻ جي خاصيت آهي. جڏهن ڪو سنڌر هندو راڳ ٻڌبو آهي، تڏهن سرير پلجي ويندو آهي ۽ من اُن راڳ ٻڌڻ ۾ اهڙو ته محو ٿي ويندو آهي، جو انسان انساني درجي کان چڙهي روحاني طبق جو سير ڪرڻ لڳندو آهي.

هندو گائن وديا ۾ ڇهه مکيه راڳ مڃيا ويا آهن. هر هڪ راڳ جون ٣٦ راڳڻيون آهن. وري هڪ هڪ راڳڻيءَ مان ٿي ٿي ننڍيون راڳڻيون نڪتيون آهن. انهن ننڍين راڳڻين کي وري پنهنجو پنهنجو اپتر و اولاد آهي. هر هڪ راڳ جو گويا پنهنجو ڪٽنب آهي. پر هڪ راڳ جي ڇٽيهن راڳڻين ۽ راڳڻين جي ننڍين راڳڻين ۾ ساڳي اُن راڳ جي خاصيت موجود آهي. اهي راڳڻيون اصلي راڳ جي خصلت، جنهن جو هو اولاد آهن ظاهر ڪن ٿيون. پر ان سان گڏ هڪ هڪ راڳڻيءَ يا ننڍيءَ راڳڻيءَ کي پنهنجون پنهنجون خاصيتون ۽ لاڻيون آهن. هوشيار گوئيا هڪ هڪ راڳڻيءَ کي جدا جدا سڃاڻي سگهن ٿا. سچ چيو اٿن ته هندن جا راڳ ۽ راڳڻيون ايترا آهن، جيتريون سمنڊ ۾ لهريون. هر هڪ وقت ۽ هر هڪ جاءِ لاءِ خاص راڳڻي مقرر ٿيل آهي. هوشيار گوئي کي انهيءَ ڳالهه تي ڌيان رکي هر هڪ سر، موقعي تي ڳائڻو پوي ٿو. مکيه ڇهن راڳن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

**(١) هنڊول راڳ** - هي راڳ دل تي بهار جي تازگي ۽ ميناج پيدا ڪرڻ لاءِ ڳايو ويندو. هي راڳ ماکيءَ جهڙو مٺو ۽ هزارين گلن جي خوشبوءِ ۽ ٽهڪار ڏيندڙ آهي. روح کي آنند ڏيڻ لاءِ هنڊول راڳ ڳايو وڃي ٿو. چوندا آهن ته هن راڳ جي ڳائڻ سان پينگهل هنڊوري کي هلائي سگهجي ٿو.

**(٢) سري راڳ** - نماشام جي وقت جهڙي چپ چاپ ۽ شانتي پيدا ڪرڻ لاءِ سري راڳ ڳائبو آهي. جڏهن سانجهيءَ جو

سج جي اڀرڻ سبب بادل گلابي رنگ سان پيا مرڪندا آهن، تنهن سري راڳ جي ٻڌڻ سان انسان جي خيالن ۾ هڪ عجيب قسم جي شانتي اچي ويندي آهي.

(٣) **ميگهه ملهار يا سارنگ راڳ** - هن راڳ جو دل تي اهڙو اثر ٿيندو آهي، جهڙو آسمان ۾ بادلن جي گجگوڙ ڪري ٿيندو آهي. چوندا آهن ته جي ڪٿي برسات جو ڪوبه نالو نشان آسمان ۾ نه هجي، ته به هوشيار گوئيا ملهار راڳ ڳائڻ سان بادلن کي چڪي گهرائي، جهٽ برسات وسائي سگهن ٿا. سارنگ راڳ ڪو پوريءَ ريت ڳائي، ته جهٽ برسات وسڻ شروع ٿيندي.

(٤) **ديپڪ راڳ** - هن راڳ جو ڳائيندڙ اڄ ڪلهه دنيا ۾ ڪونه لڀندو. چون ٿا ته ديپڪ راڳ ڳائڻ سان ڏيئا پنهنجو پاڻ ٻري پوندا آهن. ديپڪ راڳ ڳائڻ سان انسان جي سري مان اهڙا اُلا اچي نڪرندا آهن، جو سري اُتي جو اُتي سڙي خاڪ ٿي ويندو آهي. جنهن اهو راڳ ڳايو، سو سڙو سڙي ۾ پيتو. هن راڳ ڳائڻ جو رواج هاڻي بند ٿي ويو آهي.

(٥) **ڀيروي راڳ** - هن راڳ جو دل تي اهڙو ئي اثر آهي، جهڙو پره ڦٽيءَ جو. جنهن سج اُڀرڻ کان اڳ پکين جون لاتيون پئي ٻڌبيون آهن، جنهن هوا خوشبوءِ ڀرڪار سان پُر هوندي آهي ۽ جنهن صبح جو ماڪ سبب سڀ وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا تازا توانا بيٺا هوندا آهن، اهڙيءَ طرح ڀيروي راڳ جي ٻڌڻ سان ماڻهوءَ جي دل تازي ۽ نئين ٿي پوي ٿي.

(٦) **مالڪوس راڳ** - هن راڳ ٻڌڻ سان دل ۾ تورو گهڻو جوش پيدا ٿئي ٿو.

هندوستان ۾ ڳائڻ ودياجي هن وقت درگتي ٿي رهي آهي. اڪبر بادشاهه جي وقت ۾ هندوستان اندر ڳائڻ وديا جو پرچار ٿيڻ لڳو. اڪبر بادشاهه جي ڪچهريءَ ۾ ٻه وڏا گوئيا تانڪ گوپال ۽ تانسين هوندا هئا. تانڪ گوپال جي ڳالهه ٿا ڪن ته اڪبر بادشاهه هنکي ديپڪ راڳ ڳائڻ جو حڪم ڏنو. تانڪ گوپال اڪبر کي ٻڌايو ته ديپڪ راڳ ڳائڻ سان مونکي سڙي ڀسم ٿي وڃڻ جو خوف آهي. پر اڪبر بادشاهه هن تي ديپڪ راڳ ڳائڻ لاءِ زور رکيو. تانڪ گوپال پلا حڪم جو ٻڌو، سو جمنا نديءَ ۾ ڳچيءَ جيتري پاڻيءَ ۾ بيهي ديپڪ راڳ ڳائڻ شروع ڪيو، پر نديءَ جي پاڻيءَ به کيس نه بچايو. ديپڪ راڳ جي اُلن هنکي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. تانسين نالي وري چون ٿا ته اڪبر بادشاهه جي حڪم پٽاندر هن منجهند جي وقت سري راڳ ڳايو. اُنجو اهڙو اثر ٿيو، جو تماشام جهڙي اونداهه ٿي ويئي. تانسين اڪبر بادشاهه جي درٻار جو هيرو هو. هو پنهنجي وقت ۾ گندرو وديا جو لاثاني پنڊت هو. سرڳواسي وشنو ڊگمبر کي ڳائڻ وديا جو گهڻو شوق هو. ڳائڻ وديا جو پرچار وشنو ڊگمبر ڀارت اندر چڱي قدر ڪيو.

دنيا جون سڀيئي قومون ڳائڻ وديا، هندن کان سکيون آهن. سرگم جو طريقو اصل هندوستان ۾ چالو هو. اهو طريقو برهمڻن کان ايراني سکيا، ايرانين کان

عرب ۽ عربن کان يورپ جون جدا جدا قومون سکيون. سڪندر بادشاهه جي زماني ۾ يوناني، هندن کان ڳائڻ وديا سکيا هئا. يوناني تواريخ نويس لکن ٿا ته ڳائڻ وديا شروع ٿي هندن وٽان ٿي. ڪرنل ٽاڊ لکي ٿو ته يوناني گوئيو ٽموٿيس سڪندر بادشاهه سان گڏ هندوستان ۾ آيو هو. هو پنجاب مان ڳائڻ وديا سکي يونان ويو هو. اوائلي هندن ڳائڻ وديا ۾ بيشڪ ڪمال ڪيو هو. ايتري قدر جو اڃا تائين به اسان جي جهوني ڳائڻ وديا يورپ جي نئين راڳ وديا سان ٽڪر هڻي سگهي ٿي. ساڳيءَ طرح ٻين وديائن، وگيانن ۽ هنرن کي به اوائلي هندن پنهنجي اوج جي زماني ۾ اهڙي اوچي حد تي پهچايو هو، جو اُن وقت جُون ٻيون قومون اڪثري هندن جي سڀني وديائن کي عزت ڏينديون هيون. پر اُهو زمانو گذري ويو.

گذريل ٻن هزارن ورهين کان اسين سمهي پيا آهيون. ٿنهن وچ ۾ يورپي قومون سڀني وديائن ۾ اسان کان گهڻو اڳتي وڌي ويون آهن. يورپي قومن اسان جا شاستر پڙهي ايتريون ته نيون ڳالهيون ڳولي ڪڍيون آهن، جو هاڻ اسانکي اُنهنکان گهڻو سکڻو آهي. هاڻي اُهو زمانو اچي ويو آهي، جو اسانکي يورپي راڳ وديا جون خوبيون ڏسڻ ۽ سکڻ گهرجن. اسانکي آڪاش واري کوهه جي ڏيڏر وانگر ائين نه سمجهڻ گهرجي ته هن کوهه کان وڏيڪ وري سمنڊ ۾ ڇا هوندو. گندرو وگيان راڳ وگيان کان جدا ڳالهه آهي. هنوقت گندرو وگيان جو هندوستان اندر نالو نٿو ٻڌجي. گندرو وگيان نسبت ڪيترن قسمن جا هيٺيان سوال اُٿن ٿا.

ڪن ٻڌي ڪئن ٿو، نڙيءَ ۽ وات مان آواز ڪئن ٿو نڪري؟ جيڪڏهن سر ڏرو بگڙيل هوندو آهي ته راڳ ڪونه وٽندو آهي. مرداني ۽ زناني آواز جو ڇو فرق آهي؟ انهن سوالن جا جواب گندرو وگيان ڏيئي سگهندو. اُنکي گندرو وگيان ڪري ڪوٺجي ٿو. گندرو وگيان اسانجي اوائلي شاسترن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. گندرو ويد هن وقت غائب ٿي ويو آهي. يورپي وگيانين گندرو وگيان ۾ چڱي ترقي ڪئي آهي. يورپي ساز ٺاهيندڙ ڳائڻ جي سازن ٺاهڻ ۾ نه فقط راڳ وديا ۽ گوئين جي تجربي جي مدد وٺندا آهن، پر گندرو وگيان جي به مدد وٺندا آهن. فونوگراف، ٽيليفون ۽ ڳالهائيندڙ سئنيما فلم گندرو وگيان جا ڦل آهن.



# ويچار ۾ سک

نه ٿوري ۾ سک آهي نڪي پرورت ۾ پائي،
ملي ويچار مان ٿو سک گروءَ ائيءَ رمز سمجهائي.

۱- ملي تلوار آهي هٿ دشمن کان بچائڻ لءِ،
گلي پنهنجي ٿي جي هڻبي ته ٿيندي موت جي ڪائي.

۲- سوين سک ٿي ڏئي اگني سچي اوءِ ديوتا آهي،
ٿپي جي کو پوي اُن ۾ ته ٿيندي ساڙ دکدائي.

۳- زهر قاتل ڏسو شنگرف ٿئي حڪمت سان ٿو امرت،
ڪري ٿي درد کي دم ۾ منجهه دارون ڪئڻ ته داناهي.

۴- ٿين ذرڙيءَ مان ٿا پيدا سگنڌي پشپ سونهن پريا،
سمجهه سان سخت ذرڙيءَ مان ٿئي ظاهر ٿي نرماڻي.

۵- جڳت جي دور درنگي ۾ سهي ٿو جيوَ سوين صدما،
هلت ويچار جي هلندي هلاڪيءَ ۾ به هلڪائي.

۶- پيئڻ، کائڻ، سمهڻ، ٻولڻ ۾ رک ويچار جي رهڻي،
جڳت ۾ جيوني تنهنجي لڏهن ٿئي موکه ڦلدائي.

۷- منجهائن ٿا سدا من کي پدارٿ شان ۽ شوڪت،
بنا ويچار جي اصلي نه ايندي من ۾ سرهائي.

۸- ڏٺو مون ٻوڌ هت کوجي لڌم دک سک سندو ڪارڻ،
ڏئي دک بي ويچاري ٿي آهي ويچار سکدائي.

سوامي ٻوڌراج صاحب چداڪاشي.

# پورن برهمچاريءَ ٿيڻ ممڪن آهي؟

ليکڪ:- مسٽر ڊي. مداس ريلو مل ڪتري، بي. اي ۽ مسٽر پوڄراج هوتچند ناگراڻي، بي. اي.

اڄ ڪالهه اهو غلط خيال گهڻن جي دلين ۾ اثر ڪري ويو آهي ته برهمچريه رکڻ ڪن سورمن جو ڪم آهي ۽ هر ڪنهن لاءِ رکڻ محال آهي. هيءُ تمام غلط خيال آهي. جيڪڏهين خراب سنگت ۽ خراب وايو منڊل جنهن خراب سنسڪار پيدا ٿين ٿا انهن کان ڪو به انسان پاسو ڪري ته ضرور برهمچريه ۽ پوترتائي جو آدرش حاصل ڪري سگهندو. برهمچريه پالن ڪرڻ آهي قدرت جو قاعدو مڃڻ. انسان جي هٿ ۾ آهي قدرت جو قاعدو مڃڻ يا ٽوڙڻ؟ هر هڪ تنهنڪري جيڪڏهن چاهي ته پورو انسان ٿي سگهي ٿو. سکديو جي ڳالهه ڪندا آهن ته جڏهن رنڀا، تمام سندر استري، کيس پلائڻ آئي ته هيءُ ذرو به ڪين پلجي ويو. رنڀا جڏهن خوب عطر ۽ خوشبودار ڪپڙا ڍڪي پنهنجي سونهن جي ساک ڪرڻ لڳي، انهيءَ مراد سان ته سکديو متس موهت ٿي وڃي، تڏهين کيس جواب ڏنائين ته رنڀا! جيڪڏهين تون اهڙي سونهن واري آهين ته مونکي اڳ ڇو نه پٽي خبر پدائين ته جئين آءٌ تنهنجي گرڀ مان اچي جنم وٺان ها. تنهن تي رنڀا شرمندي ٿي ۽ سکديو جي پوترتائي ڏسي سندس پيرن تي ڪري پيئي.

شاهه عبداللطيف جي ڳالهه ڪندا آهن ته کيس آزمائڻ لاءِ ڪن ماڻهن هڪ ڪڃري موڪلي جنهن خوب ڪوشش ڪئي ته هن کي راڳ ۽ ناچ سان موهيان. پر شاهه سڀ تماشو ڏسي پڇاڙيءَ جو هڪ بيت چيائين:

ڪاڪ نه چڙهيا ڪاپڙي،
موهيا ڪنهن نه مال،
جي چوريسن ڏنا چال،
ته به لاهوتي لنگهي ويا.

بينگال جي مشهور سنت سري رامڪرشن ۾ ايتري پوترتائي هئي جو پنهنجي استريءَ کي به ماتا سمان ڪري سمجهندو هو. سندس سنگ ۾ سندس استري پڻ وڏي روحاني درجي تي وڃي پهتي.

اهڙا مثال گهڻا ٿي ليندا اُنهن ماڻهن جا جن ڪام کي چئلينج ڪيو آهي ۽ سموري حياتي پوتر گذاري اٿئون. شنڪراچاريه، ويڪانند ۽ ديانند کانسواءِ پڻ ڪيترا مثال تواريخ مان ملي سگهندا جن قدرت جي قاعدي موجب زندگي گذاري،

ڀوترائي جو آدرش اختيار ڪيائون ۽ سچو سک پراپت ڪيائون. جيڪا موج برهمچريه ۽ قدرت جي قاعدن جي پيروي ڪرڻ ۾ آهي سا خراب زندگي رهڻ سان ٿي نٿي سگهي. گهڻو ڪاڌو کائي تندرستي بگاڙڻ انهيءَ ۾ اهڙو مزو نه آهي جهڙو قدرت جي قاعدي جي پيروي ڪرڻ يعني پورو کائڻ ۽ تندرستيءَ جي نعمت حاصل ڪرڻ ۾. ساڳيءَ طرح برهمچريه جي آنند جي موج اُنهن کي ٿي اچي ٿي جي اهو نيم پالن ڪن ٿا ۽ انهيءَ نموني جي حياتي گذارين ٿا.

پيارا نوجوانو! دل نه هاريو، اوهان مان هڪ هڪ پورن برهمچاري ٿي سگهي ٿو. انسان جي همت ۾ آهي ڀوتر زندگي گذارڻ. پلجي آهي ٿي ويندا جنجا گيدي خيال هوندا. مضبوط خيال وارا ڪڏهن ڪين پلبا. پؤ ڪو به نه هڻڻ گهرجي. ڀوترائي انسان جو حق آهي. منڍ کان ٿي انسان ڀوتر آهي. بالڪ اوستا ۾ ته ڀوترائيءَ جو سروپ آهي. اهڙي ڀوترائي هميشه لائين رکي سگهجي ٿي. بيمار ۽ ڪمزور ڪندڙ خيال ڪيڍي ڇڏجن، ڇا ڪاڻ جو ڀوترائي جو آدرش هر ڪنهن انسان جي همت ۾ آهي ۽ هر ڪنهن انسان لاءِ ممڪن آهي جٿين ته اهڙا سوين مثال اسانجي اڳيان ٿي گذريا آهن جي ڀوترائيءَ جي درجي تان ساري عمر ۾ هڪ دفعو به ڪونه ڪريا.

اڄ ڪالهه ته جنهن تنهن جي وات ۾ اها ئي ڳالهه آهي ته ڪام ڏاڍو ڀريل آهي جو وشوامتر جهڙا به پلجي ويا. افسوس ڪهڙا نه گيدي خيال! انهن خيالن ته اسانجي من کي ڪمزور ڪيو آهي. جيستائين اهي غلط خيال اسانجي اندر ۾ هوندا تيستائين پاڻ ۾ اعتقاد اچي ڪيئن سگهندو؟ هزارين ۽ لکين انسان ليندا جنجو هن طرف پاڻتي ظابطو آهي ۽ سکي به اُهي آهن. جي انسان من جي وڪارن اڳيان آڻ ڏيهي وهندا سي ضرور قدرتي نيم جي ڀيڪڙي ڪري ڪا سزا ڀوڳيندا. پر جن جو چت شانت آهي يا جي پنهنجي ڪوشش سان انهن وڪارن متان غالب پيا آهن سي سکي ٿيا آهن. جهڙيءَ طرح لوڀ يا موه يا وڏائي کي انسان ۾ گهٽ آهي ۽ ڪن ۾ وڌ آهي، جهڙي طرح ڪوشش ڪرڻ سان لوڀ موه يا وڏائيءَ کي ناس ڪري سگهجي ٿو تهڙي طرح ڪام کي به ناس ڪري سگهجي ٿو، ۽ اهو انسان جي همت ۾ آهي ته ساري عمر ڀوتر حياتي گذاري سگهي ٿو. ڪي چوندا آهن ته رشي ۽ ديوتائون به پلجي ويا. رشي ۽ ديوتا جو نالو اُنهن کي ڏيئي ٿي ڪونه ٿو سگهجي جيڪڏهين هو ذري مات به پلجي سگهن. ڪهڙا نه گپوڙا ڪن ڪتابن ۾ لکيل هوندا آهن! اُنهيءَ مهل پنهنجي اڳيان سکديو، گوتم بڌ، وسشٽ، جنڪ، رامڪرشن ۽ ٻين ڪيترن اعليٰ انسانن جو مثال اڳيان رکو، جن مان ثابت آهي ته ڪام تي غالب پوڻ هر ڪنهن انسان جي همت ۾ آهي، جهڙوڪ ڪنهن به قدرت موجب هلڻ هر ڪنهن لاءِ ممڪن آهي. بلڪ ائين سمجهڻ گهرجي ته نه فقط ڪام تي غالب

ٿيڻ ممڪن آهي پر ڪام جو من مان بيج ناس ڪرڻ به هرهڪ انسان جي هٿ ۾ آهي. سنت ڇٽيون اُن انسان کي آهي جنهن من جا اندر ڪام سميت ناس ڪيا هجن. اهو سنت جو درجو انسان پورو پورو ڪوشش سان حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ جنهن ڪري سڀو سک پراپت ڪري سگهي ٿو. اڄ ڪالهه جا لباسي ساڌو ڏٺــو ويو آهي ته عام ماڻهن کان به وڌيڪ ڪامي هوندا آهن، تنهنڪري سنت ٿيڻ هڪ من جي اوستا آهي ۽ نه ٻاهريون لباس يا ڀيک. سنت ۽ ٻالڪ ۾ ڪو ڀيد ڪونهي. سنت ۾ ساڳيئي پوترتائي آهي جهڙي ٻالڪ ۾. ٻالڪ پوتر پراگياني ٿئي ٿو. مگر انسان جڏهن سنت جو درجو حاصل ڪري ٿو ته من ۾ گيان ۽ پوترتا ٻئي ٿين ٿا.

## برهمچاري يا پوتر بڻائڻ لاءِ سڪول ڪهڙا هئڻ گهرجن؟

اڄ ڪالهه شڪولن ۾ جيتريون خرابيون آهن اوتريون ٻين هنڌ ڪين آهن. شڪولي ۽ ڪاليجي شاگردن ۾ جيترو برهمچريه نشٽ ٿيل آهي ۽ جيتري اُنهن جي چال خراب آهي اوتري چمار جي پٽن ۽ ڪمين ڪاسبين ڪڙمين جي ٻينگرن جي به خراب نه هوندي. ٽئين يا چوٿين درجي انگريزيءَ کان مٿي يعني ۱۳ ورهيه کان پوءِ سؤ مان ۹۰ شاگرد خراب ٿيندا. ۱۶-۱۷ ورهيه ٿا ٿين ته سؤ مان ۹۹ شاگرد سپن دوش يا سپني ۾ ويريه نيڪال ٿيڻ جي مرض کان مبتلا هوندا. ڇا اهڙن شاگردن مان ڪهڙي قوم ٿي سگهندي! هاڻوڪا ۴ يا ۵ ڪلاڪن جا شڪول ئي گهڻن خرابين جو ڪارڻ آهن. شڪولن ۾ شاگرد هڪ ٻئي جي سنگت ۾ گهڻيون خرابيون پرائين ٿا. هڪ به خراب شاگرد ڪنهن ڪلاس ۾ هئڻ سان ٻين ڪچڙين دلين تي اثر ٿو ٿئي ۽ ٻيا پڻ خرابيون سکن ٿا. گاريون ڏيڻ ته ڪو شڪولي شاگردن کان سکي! شاگرد تمام بد فضيلت ڳالهائڻ، خراب مطلب ڪڍڻ، گاريون ڏيڻ ۾ ڪين گهٽائيندا آهن. اهڙا شاگرد يا اهڙا شڪول ۽ ڪاليج اسانجي قوم لاءِ هڪ داغ آهن. اُها تعليم ڪهڙي ڪم جي جنهن اسان جو سداچار نه سڌاريو؟ هن ۾ ڏوهه نڪي مائٽن کي نڪي شڪولن يا ڪاليجن کي ۽ نڪي شاگردن کي ڏيئي سگهبو. ڏوهه سمورو اڄ ڪالهه جي تعليمي سرشتي جو آهي. اهو سرشتو ئي خراب آهي جنهن موجب اِن جوابداري ٻالڪ جي مائٽن تي ۽ اُن ماسترن تي آهي. شڪولي ماستر سمجهندا ته اسان چوڪر کي پڙهايوسي ته پنهنجو فرض پاليوسي ۽ مائٽ سمجهندا ته في ڏني سي ته سڀ ڪجهه ڪيوسي. مائٽن کي وقت ڪونه هوندو آهي جو ٻالڪ جي خبرداري لهي سگهن. مائرن کي خبر ڪانه پوندي آهي ته سندن ٻينگر ڪنهن جي ڪسنگ ۾ خراب ته ڪين ٿي پيو آهي. هو پنهنجي ٻار کي هميشه سنو ڪري سمجهنديون آهن. نتيجو اهو ٿو نڪري جو ٻار جي خبرداري يا جوابداري ڪنهن هڪ جي مٿان نه آهي. جيڪڏهن مائٽ سياڻا هجن ۽ ٻار کي ڪيڏانهن وڃڻ نه ڏين ۽ پنهنجي نظر هيٺ رکن ۽ شڪول

مان اڇڻ شرط سندن خبرداري لهن ۽ ٻار ورلي کي خراب ٿين، ٻڌو ويو آهي ته نه هوندو اتي وقت ۽ نه هو ڪا خبرداري وٺندا آهن. انهيءَ سبب ٻار جي حياتي هڪ بي جوابدار حياتي ٿي گذري. ڪوبه ڪونه آهي جو مٿانس سموري نظر رکي. مائٽن ۽ ماسترن جي بي خبرداريءَ سبب ٻالڪ ڪنهن نه ڪنهن اثر هيٺ اچي يا سنگ ۾ ڦاسي پنهنجي حياتي برباد ٿو ڪري.

فقط هڪڙوئي رستو آهي جنهنجي وسيلي گڻوان ۽ پورن ٻرهمچاري شاگرد پيدا ٿي ٿا سگهن. اُهو آهي آشرمن کولڻ جو. آشرمن ۾ سمورو وقت ٻالڪ رهن جتي سندن حياتي قدرتي قاعدن ۽ نيمن پٽاندر گذارڻ گهرجي. پروگرام اهڙي طرح رٿيل هجي جئن منٽ به اجايو نه وڃي، ڇاڪاڻ جو سستي ۽ اڪمائي ۾ ئي خرابين جو واسو ٿئي ٿو. سوير اُٿڻ، ڪسرت ڪرڻ، پرارٿنا، ست سنگ هٿ جو پورهيو ڪرڻ سڪول جا ڪم ڪرڻ انهن سڀني لاءِ وقت وقت اهڙو نيم موافق ٺهيل هجي جئين سڪول ۾ جدا ڪمن پڙهڻ جو وقت ٺهيل هوندو آهي. انهيءَ قسم جا گروڪل ۽ آشرم جتي جا ودياگرو پوتر آتمائون هجن ۽ پنهنجن شاگردن کي سدا چاري نموني ۾ نيم پٽاندر زندگي رهڻ سيکارن اُتي ئي پورن ٻرهمچاري پالي نيڻ ممڪن آهي. اهڙي قسم جا سڪول ۽ آشرم پوتر انسان جي همٿ هيٺ رکي برپا ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي. اُهي هر هنڌ اکرڻ گهرجن.

## ماسترن لاءِ هدايتون

ماستر جيترو هن ٻاري ۾ شيوا ڪري ٿا سگهن اوترو ٻيو ڪو ورلي ڪري سگهندو. شاگرد ڪلاس ماسترن جي ويجهو ٿا اچن جن جو اثر مٿن تمام گهڻو ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪلاس ماستر شاگردن ۾ ٻرهمچريه ۽ چڱيءَ چال بابت سٺا خيال ڦوڪيندا رهن ته ڪيترو نه انهن جي خيالن ۽ حياتي ۾ ڦيرو اچي. هر ڪنهن ڪلاس ماستر جو فرض آهي ته ڏسي ته جئين سندس ڪلاس مان هڪ ڇوڪر به خراب نه ٿئي. ڪي شاگرد جاچ لاءِ رکي جي ڪيس سڄي ڪلاس جي شاگردن جي هلت، چال ۽ چلگت بابت خبر ڏيندا رهن ۽ پوءِ اُنهنکي سنئين رستي تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري. اهڙن جاچ لهندڙ شاگردن سان هر هفتي ميٽنگ ڪري ۽ سموري خبرچار لهي. پڇا ڪرڻ ڪانسواءِ جهڙا مائٽ اونده ۾ رهندا اهڙا ماستر. اهڙي طرح پڇا ڪري اڻڄاڻ ۽ گمراهه ٿيندڙن کي سمجهائي، مثال ڏئي يا سٺا ڪتاب هٿ ۾ ڏيئي، ڪيتري نه پنهنجن ٻچن جي اسين رکيا ڪري ٿا سگهن. افسوس جي ماستر هيءَ خسيس شيوا به نٿا ڪري سگهن ته آهي ماستريءَ جي اوچي پدويءَ جي ڪوٺائڻ لائق نه آهن ۽ اُنهن کي بهتر ته ٻيو ڪو ڌنڌو ڪرڻ گهرجي!

هيڊ ماستر به تمام گهڻو شاگردن جي چال چلگت سڌارڻ ۾ ڪري ٿا سگهن. اول، سڪول جا ماستر بلڪل لائق ۽ گڻوان ۽ سٺي چال ۽ آدرش جا رکڻ گهرجن.

ڇا ڪاڻ جو اُنهن جي معرفت ئي ڇوڪرا سڌاري سگهبا. ماستر اهڙا رکڻ گهرجن جي شاگردن جي چال سڌارڻ ۾ خوب ڀرو ونن.

بدمعاش شاگرد جي ٻين کي ڪارائيندا آهن يا پوڙ ڏيندا آهن اهڙن لاءِ هيڊ ماستر تڪال هٽڻ گهرجن. ڪنهن بدمعاش ڇوڪري کي همت نه ٿئي جو شڪول ۾ يا شڪول کان ٻاهر ڪنهن اشراف ڇوڪري کي ڪجهه چئي سگهي يا همت ڪٽي سگهي. ڪي ٻ چٽا ماستر يا هيڊ ماستر وڏن ماڻهن جي پٽن کي ڪجهه نه چوندا آهن. افسوس اهڙن ڪانئرن جي حال تي! بدمعاش ڇوڪرن جي پاڙ بلڪل پٽڻ گهرجي. خراب ڇوڪرن جو ٻج اصل ناس ڪرڻ گهرجي ڇا ڪاڻ جو اهي ئي شڪولن جي تباهي ۽ شڪولن ۾ خرابين جو ڪارڻ آهن. ڇا جي ڪري شڪولن ۾ اچڻ سان ڪيترا ڇوڪرا ڪوندا آهن؟ ڇا ڪاڻ جو اُنهن ۾ خراب ڇوڪرا اڳيئي هوندا آهن. جيڪڏهن هڪ خراب ڇوڪرو شڪول ۾ هوندو ته ساري شڪول کي ناس ڪندو ۽ هنجي خرابي ويندي ڦهلبي. تنهنڪري مان زور سان چوان ٿو ته اهڙي کي يڪدم بنا ڪنهن دير جي سڌو ڪرڻ گهرجي يا جي نه سڌري سگهي ته ڪيدي ڇڏڻ گهرجي ڇا ڪاڻ جو متان ٻين کي نقصان نه پهچائي! پليگ يا ڪالرا يا سلهه جو هڪ مريض هوندو ته ٻين پاڙيسرين کي به ساڳيو مرض لڳائي ڇڏيندو. ساڳيءَ طرح هڪ خراب ڇوڪر. ماسترن ۽ هيڊ ماسترن جو اهو پهريون فرض آهي ته هو خراب ڇوڪرن جو ٻج ناس ڪن، ڪسنگ ۾ قاتلن کي باز آڻن، ٻالڪن ۾ سنا سنسڪار وجهن ۽ گار گند شڪول مان لڙي ڪين. گارين ڏيڻ سان ئي ڇوڪرا سڀ خرابيون سکن ٿا. شڪول جو شاگرد ٿي ڪري گار ڏئي؟ ڪهڙي نه اونڌي هلت! افسوس جو اڄ ڪالهه شڪولن ۾ گاريون ڏيڻ ته شاگردن جو هڪ ڌنڌو آهي. هاءِ اهڙن شڪولن تي، اهڙن شڪولن جي ماسترن ۽ هيڊ ماسترن تي! شڪول هڪ مندر آهي جنهن ۾ گار گند، خراب ڳالهيون ۽ بدمعاشيءَ جي بوءِ به نه هئڻ گهرجي. ٻالڪن کي اها سکيا ملڻ گهرجي ته شڪول کي هڪ پوتر مندر ڪري سمجهن.

ٻيو آزار آهي شهر جي بدمعاشن جو. هيڊ ماستر جي همت ڪن ته ڇوڪرن کي شهر جا بدمعاش هٿ به نه لائي سگهن. اهڙن بدمعاشن کي پوليس جي هٿ ۾ ڏيڻ گهرجي. ٻيو ته شڪول جي وڏن شاگردن جو مجموعو پاڻ ٻڌي هئڻ گهرجي جنهن شهر جي ڪنهن به لچ لفنگي کي همت نه ٿئي جو شڪول جي شاگرد کي هٿ لائي سگهي.

## مائٽن لاءِ هدايتون

مائٽن کي گهرجي ته پنهنجن ٻالڪن کي برهمچريه ۽ ويرتا جا ننڍي هوندي کان سنسڪار وجهن. هميشه هنن کي رامائڻ مهاڀارت ۽ ويرن ۽ ٻهادرن جون آکاڻيون ٻڌائين ته جيئن هنن جي اندر ۾ برهمچريه ۽ پوترتا لاءِ سڪ جاڳي. ننڍي هوندي جي شادي ته ڪڏهين به ڀلي ڀلائي نه ڪرڻ

گهرجي. اُهي مائٽ مهان پاپي ۽ دشمن آهن جي ٻالڪن کي ننڍيءَ وهيءَ ۾ شادي ڪرائين ٿا. گهڻو ماڻهو اهڙو وڏو پاپ نه آهي جهڙو ننڍي هوندي شادي ڪرائڻ. اهڙا انسان پرماتما وٽ ضرور نرڳ ۾ واسو ڪندا ڇاڪاڻ جو هن کان وڏيڪ ٻيو پاپ ڪي ٿو سگهي، جو هٿ وٺي ٻار جي حياتي ناس ڪن ٿا. مائٽن کي کپي ته ننڍي هوندي کان ئي ٻارن کي لانگوٽو ٻڌرائين ۽ ڪسرت ڪرائين. ڪيترن کي اها به خبر هوندي آهي ته ڪين ٻالڪن جي منهن تي خراب لفظ نه ڪڍڻ کپن. ٻالڪ جڏهين خراب ڳالهه يا لفظ ٻڌندا آهن ته جهٽ هنن تي اثر پيدا ٿيندو آهي. ڪيترا بيوقوف مائٽ اُنهن جي منهن تي تمام فاحش ڳالهيون ڪڍندا آهن يا ٻالڪن سان شاديءَ جون ۽ زال جون ڳالهيون ڪندي وهندا آهن. انهن خسيس ڳالهين جو ٻالڪن جي دلين تي تمام اونهون اثر وهي ٿو. مائٽن کي ننڍڪري ٻاڻ تي ظاهر رکڻ گهرجي ۽ تمام خبرداريءَ سان هلت ڪرڻ گهرجي ته متان ڪو خراب اثر ٻالڪ جي ڪچڙيءَ دل تي ويهجي نه وڃي. اسان جا ٻالڪ يا نينگر ڏٻرا ڇو ٿيا آهن؟ ڇاڪاڻ جو سنڌن مائٽن ننڍيءَ وهيءَ ۾ کين ”سپاهي“ يا ”پٺاڻ“ يا ”هائو“ يا ”جن“ جا پڙ ڏيئي کين ڪاتر يا ٻزدل ڪري ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو وڏي هوندي گانڊو ۽ لغور ئي ٿا نڪرن. انهيءَ جو ڪارڻ اسانجون بيعقل ماتر ۽ مائٽ آهن جي اهڙا پڙ ڏيئي اسان جي

ننڍي ئي هوندي دل ڪمزور ڪري ڇڏي آهي. ٻالڪن کي اونداهيءَ ۾ خوفائتين جاين ڏانهن جهڙوڪ مساڻن، قبرستان، جهنگلن ۽ ڦاسيءَ جي جاءِ وغيره هنڌن تي موڪلڻ گهرجي جئين سنڌن پڙ لهي وڃي ۽ دل جا بهادر ٿين. پڙ جي کين خبر به نه هئڻ گهرجي ته پڙ ڇا ٿيندو آهي. ڄپان ۾ به ساڳي ئي سکيا ڏني ويندي آهي. شاگردن ۽ ٻالڪن کي ننڍي ئي هوندي ڪشتي، لٺ ڦيرائڻ، ڄپاني جوءِ جتسو، گتڪو، تلوار، ٻاڪسنگ ۽ ٻيون ٻاڻ کي بچائڻ جون ۽ بهادريءَ جون رانديون سيکارڻ گهرجن ته جئين وڏي هوندي سچا وير ۽ برهمچاري ٿي نڪرن. مائٽن کي کپي ته پوري جاچ رکن ته سنڌن نينگر ڪهڙن جي سنگ ۾ آهن. اُنهن سنگتين جي ٻين ڇوڪرن کان خبر لهڻ گهرجي ته ڪهڙي قسم جا آهن. ٻين ڇوڪرن جي سنگت ۾ کين گهڻو وقت ڇڏڻ ئي چوڪ آهي. يورپ ۽ آميريڪا جي وڏن گهرن ۾ ٻالڪن کي مائٽ سڄي ڏينهن جو پروگرام ٺاهي ڏيندا آهن، جي پروگرام موجب نه هلن ته کين سخت سزا ملندي آهي. جي شاگرد هميشه رڌل رهندا ته نه فقط هو چڱي چال جا ٿي نڪرندا پر پنهنجو بدني، مانسڪ ۽ آتمڪ واڌارو ٿوري ئي عرصي ۾ تمام گهڻو ڪري سگهندا. شڪول يا شڪول جي راندين کان موٽي اچڻ ۽ وڃڻ جو وقت پڪي ڇڏڻ گهرجي. جي سويرو وڃي يا مقرر ڪيل وقت کان دير سان اچي ته پنهنجي ٻار کي سزا ڏيڻ گهرجي. جتي مائٽ

اُنهيءَ ٻاري ۾ سخت هوندا آهن اُتي ٿي شاگرد سدرندا آهن، پر جتي خوب آزادگي مليل هوندي آهي يعني جنهن وقت وڃي يا جنهن وقت موٽي؛ اُتي پڪ سمجهو ته اُهو نينگر ضرور ڪرندو ۽ خراب ٿيندو. جيڪڏهين مائٽ اهڙي ٻارن جي خبرداري نٿا ڪري سگهن ته اهڙا ٻار ڇڙن ڇو ٿا؟ جيڪڏهن پنهنجن ٻارن جي ڪاڏي پيتي ۽ تندرستي جو اوهين مائٽ خيال ٿا رکو ته اُنهن جي چال چلگت جو به ته ڪو خيال رکو جو سڀ کان ضروري آهي. جتي به مائٽ ٻارن جي وقت تي. رلڻ پنڻ ۽ سنگت يا وقت تي گهر اچڻ يا پوري جاچ ته ٻاهر جا ٿا ڪن. اُنهن ڳالهين تي خبردار يا سخت نه آهن اُتي ورلو ڪو هزارن مان هڪ چڱو نڪرندو نه ته سڀ بگڙيل نڪرندا.

جهڙي طرح پنهنجن ڇوڪرين جي ٻاهر اچڻ ۽ وڃڻ تي سخت روڪ ۽ نظرداري رکبي آهي ساڳي طرح ڇوڪرن تي رکڻ گهرجي، تڏهن ئي ڪو سدارو ٿيندو. ڇوڪرين جي سنئيا يا پوترتائي رکي سگهيا آهيون ڇاڪاڻ جو اُنهن تي روڪ آهي. جيڪڏهن ڇوڪرين کي شاديءَ کان اڳ آزاد ڇڏي ڏيون ته پوءِ پيون گهمن ڦرن ۽ موضيع موافق جنهن لنهن جي گهر وڃن ته اهڙيون ڇوڪريون بگڙڻ ۾ وقت ئي نه ڪا ٿيندي پون. لنهنڪري اها گهر جي مائٽن جي، ڇوڪرين خواه ڇوڪرن جي اچ وڃ تي سخت نظرداري، امام ضروري آهي.

اُهي ڇوڪرا وڏي هوندي مائٽن کي دعائون ڪندا جن تي مائٽ اچڻ وڃڻ تي سخت هوندا ۽ ٻارڻ سان ئي ٻاڻ پيا ڪين گهما ٿيندا. باقي جنهن کي ننڍيءَ وهيءَ ۾ پورو دنيا جو آزمودو نه هوندو آهي ۽ ڪيس ڇڙو واڳ ملندي آهي ۽ جو ڪسنگ ۾ اچي چال چلگت وڃائي ٿو ڇڏي سو ته وڏي هوندي مائٽن کي پيو پٽيندو. ننڍي وهي اهڙي آهي جهڙو ننڍو پوٽو، جنهن جي چوڌاري نظرداريءَ جي ڪنڊ يا لوڙهو ضرور ڏيڻ گهرجي. جي نه ڏبو ته پوءِ جانور پوٽي کي ڪاٽي ڇڏيندا.

شاگرد جڻ انجڻ موافق آهن ۽ مائٽ ۽ ماستر جڻ انجڻ ڊرائيورن وانگر. هڪ انجڻ ڊرائيور ويندو آهي ته پيو اچي سنڀال وٺندو آهي، ساڳيءَ طرح شڪول مان ماسترن جي نظر مان نڪتا ته مائٽن کي يڪدم سنڀال شروع ڪرڻ گهرجي. جڏهن وري ٻئي هنڌ موڪلين يا راند تي ٻارن کي موڪلين ته پڪ هجين ته ڪو سنڀال وارو هوندو. اهڙي طرح پورن خبرداري وٺڻ سان ئي ٻارن کي خراب رستي کان باز رکي سگهندا.

(پوتر زندگيءَ تان ورتل)






١- سڪ نہ آهي سُتري مشڪل گهڻي سڪ،
عاشق اُسري آئيا ڪري لوڪن لڪ،
مٺيا مڙيا نہ مٺي ڪون در جي جهلي ٺڪ،
ڏيئي سر سٽ ۾ تا پيئن ٻورن ۾ ٻڪ،
ٻيو پيئا وون هٿون حبيبن جي ٿان پي هيٺن هڪ،
عاشق لڪي ٿڪ دلپت لونس لن ۾.
٢- سڪ نہ آهي سُتري جي لڳي هووي نہ لاءِ،
گهڙي عشق آڙاه ۾ جيرو جي ۾ جلاءِ،
سو سپرين ڏي سچي سڪ سنيپاه،
ٿا ٿو نينهہ لباه دلپت ويهي در دوستن جي.
٣- لوڪن ليکي سڪ سٿري ٻر سڪڻ آهي ٽڪو ليڙ،
لڳي جنهن جي جيءَ ۾ سوئي جاڻي پيڙ،
دل کي اچي نہ ذير دلپت ڏارون دوست جي.
۴- لوڪن ليکي سڪ سٿري سڪڻ وڏو ٽوڪ،
سچن ملائي سٿري مٺي محبت موڪ،
سٽڙيا در ساقي ڪون وريا وڃن ڦوڪ،
طالبن وڌو ٽن ۾ ٻريئن ۾ طلب طوق،
ٽن وشيءَ وٺي نہ ڪابي جي وينا جانب ذوق،
جي چيريا چشمن چوڪ سي ٻرڻ ۾ چيٺي چڱا ڪيا.
٥- سڪ نہ آهي سٿري سڪڻ وڏي وٿ،
عاشقن جي اندر جو ٻڌي رڳو رت،
طالبن کي ٽن ۾ ٽي ڏيکاري لت،
الڏن ۽ ڪاٽن جو ٽي ٻچي مذهب مت،
سچا ڪري ست **دلپت** مليا دوست کي.

ديوان دلپت رام صوفي




# ڌرم ۽ نيتي

ليکڪ :- مھاتما گانڌي .

عام خيال تہ اھو آھي تہ ڌرم نيتيءَ کان بنھہ ڀيو آھي، پر آءٌ اھڙي تفاوت سان شامل راءِ ڪونہ آھيان. انھيءَ لاءِ مونکي شايد اُھي ڏوھي ٺھرائين جي سمجھن ٿا تہ ڌرم نيتيءَ جو انگ نہ آھي يا جي سمجھن ٿا تہ ڌرم کي اخلاق سان ٽلانجلي ڏيئي سگھجي ٿي. آءٌ فقط ٻنھين جي وچ جو مکيہ سنبنڌ آھي اُن تي زور ڏيندس. عام خيال موجب اٿين ڏسڻ ۾ ايندو تہ ڌرم نيتيءَ کان نرالو آھي. اسان کي ڪيترا بد اخلاق ماڻھو ملندا، جي پنھنجي دين داريءَ جو ڏاڍو دم ھڻندا آھن پر پنيان وٺي بد فعل ڪندا. ٻئي طرف اسانکي مرحوم مسٽر برئڊلا جھڙن ماڻھن جا مثال آھن جي نھايت ڳڻوان ۽ نيڪ اخلاق آھن پر پاڻکي ناسٽڪ چوائڻ ۾ فخر وٺن ٿا. مٿيان ٻئي غلط فھميءَ جا خيال آھن، پھريئين قسم جا ماڻھو تہ سماج لاءِ نقصانڪار آھن، ڇاڪاڻ تہ اُھي پنھنجا پاپ ۽ ڪڪرم ڌرم جي پوش ھيٺان ڪنيو ڍڪين. ڌرم ۽ نيتيءَ کي ھميشہ ھمدست ھئڻ کپي.

پراچين سمي ۾، ماڻھو رڳو پنگتي لاڳاپن ڪري پاڻ ۾ ٻڌل ھئا يعني تہ اُھي گڏيل زندگيءَ يا سماج جي گھرجن ۽ احتياجن تي ھلندا ھئا. ڪجھہ وقت ڪانپوءِ ڏٺائون تہ ڌرم جي پاپ تي سداءِ جيءُ ٿي ٿئي، ۽ ڪڪرمي ھميشہ انت ۾ پنھنجو ناس پاڻھي ٿي آندو. نتيجو اھو ٿيو، جو سڌريا جي سرت ماڻھن ۾ اخلاقي سرت وڌائي. ڌرم جا خيال رڳو اسان جي دل جي مٿاڇري تي ترن پيا. رڳو تڏھن ٿا اُنھن جو گنڀيرتا سان ويچار ڪريون جڏھن ڪا اسان تي ڳري مصيبت ۽ آپدا ڪڙڪي ٿي. پر جنھن دينداريءَ جو بنياد ڀؤ تي ٻڌل آھي سا دينداري نہ چئبي. اھو وقت ماڻھوءَ جي حياتيءَ ۾ ايندو جڏھن ھنکي سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ چونڊ جو وجھہ ملندو، پوءِ ھو پاڻيھي ڪنھن بہ نتيجي جي پرواھہ نہ ڪري، مديءَ کي ترڪ ڪري، نيڪيءَ کي اختيار ڪري. تڏھن ئي چئبو تہ ھن اخلاق جي معنيٰ برابر سمجھي آھي. اُھا نيتي جڏھن ڌرم کان الڳ ڪئي

وهيٺين سان ضـــرور ته ڏهن باطـــل ۽ بيهودي آهي.

ٻين کي نقصان رسائڻ سان جيڪڏهن ڪٿي اسان جو فائدو به ٿئي ته به اسان کي ائين نه ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اهو فائدو جو اسان کي ٻين کي نقصان رسائڻ سان ٿئي ٿـو سو ڇڙو ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو، پر درحقيقت اهو سچو فائدو ڪونهي. اهو ڪو فائدو چئبو جو هڪ طرف ڪٿي سچو جهان ملي ۽ ٻئي طرف روح وڃائـــي ويهجي؟ بسمارڪ، جرمنيءَ کي شاهوڪار ڪرڻ لاءِ ڪيترائي پاپ جهڙا ڪم ڪيا. پوءِ ته ڏهن اهي عمدا پند نا مان وساري وينو جي هو ڇوڪرن کي رواجي موقعن تي ٻڌائيندو هو؟ ڇو نه جيڪي وعظ ڪيا ٿين سي عمل ۾ آندا ٿين؟ هن جو صفا جواب اهو آهي ته هن جي نيتي سچي ڪا نه هئي، ڇاڪاڻ ته اها ڌرم کان جدا هئي. ڌرم، نيتيءَ لاءِ اهڙو آهي جهڙو زمين ۾ ڇٽيل ٻج لاءِ پاڻي. جهڙيءَ طرح پاڻيءَ کان سواءِ ٻج زمين ۾ سڙي ويندو آهي، تهڙيءَ طرح، نيتي جا ڌرم جي آبدار تاثير کان محروم آهي سا سڪيو سڙيو آخر ناس ٿيو وڃي. انهيءَ مان صفا ظاهر آهي ته سچو ڌرم ۽ سچي نيتي پاڻ ۾ ٽاڪيءَ پيٺي وانگر ڳتيا پيا آهن، يعني ته نيتي ڌرم کان ڌار ٿيل ٿلهو نڪر آهي.

اسين ڏسون ٿا ته دنيا جـي وڏن ڌرمن جا نيتيءَ ۽ سداچار جا نيم گهڻو ڪري ساڳيا آهن. پڻ دنيا جي وڏن ڌارمڪ پرچارڪن به ائيـن فرمايو آهي ته ڌرم نيتيءَ تي ٻڌل آهي. جئن ڪا عمارت، پيڙهه جي لڏڻ ڪري، ڪري پوندي آهي، تئن سڀ ڌرم نيتيءَ جي پايي لوڏڻ سان ڪري پوندا. جيڪي مٿي چيو ويو آهي تنهن مان ته ڏهن ثابت ٿئي ٿو ته سچو ڌرم درحقيقت نيتيءَ سان همراز آهي. سچ ۽ ستيا کان سواءِ مٿي ٻيـو ڌرم ڪونهي. جيڪڏهن اسين وات سان ايشور جو نالو وٺي پاپ ڪنداسين ته ڌڻيءَ جي پاڇهه جو آسرو اسيـــن ڪئن رکي سگهنداسين؟ سمجهوته ڪو ماڻهو ايشور جي هستيءَ ۾ اعتبار آڻي ٿو، پر سندس جيوت ڪوڙ ۽ پاپ سان پري پيٺي آهي. ٻيو آهي جنهن کي ايشور جي نالي جي سڌ به ڪانهي پر سچ ۽ سداچار جي جيوت گذاري ٿو، پوءِ انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ آهي ته انهن مـــان سچو ديندار ۽ نيڪ اخلاق ڪير آهي؟ اهو جو ڌڻيءَ جي عبادت سڪٽي زبان سان ڪري ٿو سو ناستڪ کان به پري چئبو. باقي ٻيو نهايت ئي نيڪ اخلاق ۽ دين دار ماڻهو ليکبو ڇاڪاڻ ته هو ڌڻيءَ جي انادي ۽ اٽـــل حڪمن پنيان هلي ٿو. ڌرم ته هي نيتيءَ جي پابنديءَ جو ٺالي آهي.

## "ڊارون ۽ نيتي"

سچي نيڪ اخلاقي خود به خود نيڪيءَ ڪرڻ ۾ آهي. انهيءَ کي مرد چئبو،

جو حرص ۽ حوس جي جهوپڻ ۽ جهوٽن سان گهلجي نٿو وڃي، ۽ جيڪي سچ سمجهي ٿو، تنهن تي هلڻ جي اِڇا شڪتي ۽ سمرٿي ڌاري ٿو. اسان کي خبر آهي ته اسين ڪو هر ڪنهن ڳالهه ۾ پنهنجا خاوند ڪونه آهيون. اسان کي بعضي بعضي حالتن پٺيان هلڻو پوي ٿو. هاڻي سوال آهي ته اسان کي، حالتن پٺيان هلڻ ۾ اخلاق جي قانون جي پيروي ڪرڻي آهي يا اسان کي حالتن جو غلام ٿيڻو آهي؟

هن سوال جي نسبت ۾ اسان کي **ڊارون مت** جو ويچار ڪرڻو آهي. ڊارون مت موجب "نهايت لائق جي بقا ئـــي" (survival of the fittest) - قدرت جو قانون آهي؛ يعني ته ماڻهو ۽ ٻيا جانور سؤرکيا جي جهد ۾ لڳا پيا آهن، نتيجو اهو ٿو نڪري جو ٻچن رڳو اُهي ٿا جيڪي نهايت لائق آهن، باقي ٻيا صفحهء هستيءَ تان ميٽجيو وڃن. جيڪڏهن اها لائقي جا جيڻ جو هٿڙ آهي، رڳي جسماني يا دماغي هجي ته پوءِ ماڻهو جي ڪم ڪار ۽ ڳڻ ڳوت ۾ اخلاق جو واسطو ئي ڪونهي. پـر سچ پچ ائين آهي ڇا؟ **ڊارون** پاڻ ٿو اشارو ڪري ته هن ٻاهرين دنيا ۽ اخلاقي دنيا جي وچ ۾ گهاٽو سنبنڌ آهي. ماڻهو شارپرڪ بل ۾ رڇ يا مينهن يا ٻين جانورن کان گهڻو گهٽ آهي، تڏهن به عقل ۽ دماغ جـــي زور تي اُنهن کي وس ۾ رکيو ويٺو آهي. ساڳيءَ طرح ماڻهن جي پاڻ ۾ جنگ جي حالت ۾ به گهڻي تعداد وارا هرو ڀرو ڪون ٿا کٽن. جنهن ڌرکي دماغ جي جهجهي مؤجودات ميسر آهي سا ٻيءَ ڌر جي گهڻن ماڻهن سان ساماهون پئي ڪين سولائيءَ سان شڪست ڏيئي سگهي ٿي. تنهنڪري دماغي طاقت جسماني طاقت کان مٿي چئبي.

پر جڏهن **ڊارون** پاڻ ٿو قبول ڪري ته اخلاقي طاقت، دماغي طاقت کان به مٿي آهي؛ ته جيڪو اخلاقي طور لائق آهي سوئي انت ۾ رهي سگهي ٿو ۽ نه ٻيو. ڪي ماڻهو انهيءَ غلط فهميءَ هيٺ آهن ته **ڊارون** رڳو پرڪرتيءَ جي نيمن جي پرڌانتا سيکاري آهي ۽ تنهنڪري نيتڪ ڪرم کي سرشتيءَ جي ڪاروبار ۾ ڪا جاءِ ئي ڪانهي. پر اهو سچو غلط خيال آهي. دنيا جي تواريخ اسان کي اهو هڪ وڏو سبق ٿي سيکاري ته "اخلاقي قانـــون، هميشگيءَ جي ڦرهيءَ تي لکيل آهي" ته حق ۽ انصاف ئي جا ليندا ۽ باقي رهندا؛ ناحق ۽ بي انصافـي ڪري ڪجهه وقت ٽڪيندا، پر اُنهن جو ناس، فرينچ انقلاب يا ڪنهن ٻئي اهڙي ٻيا نڪ نموني ۾ اوس ٿيڻو آهي.

روزمره جي حياتيءَ مان ئي ڪيترا مثال، اخلاقي قانون سر فرازيءَ ڏيکارڻ لاءِ ڏيئي سگهجن ٿا. حليمائي يا نمرتا دراصل هڪڙو اخلاقي گـڻ آهي. جو ماڻهو مغرور ۽ سرڪش آهي سو

ڪٿي ٿوري وقت لاءِ ڪٿندو پر آخر ۾ هنڪي دڪي ٿيٺو پوي ٿو. حرام ۽ حرص کان پرهيز ڪرڻ هڪڙو بيو اخلاقي گڻ آهي. انگن اکرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ انگلستان ۾ جيڪو ماڻهو ٽيهن پنجٽيهن جي ڄمار کان وٺي شراب پئي ٿو سو سراسري ٽيهن يا چوڏهن سال، ان کان پوءِ مس جي سگهي ٿو. پر آهي جيءِ اُنهيءَ کان پري آهن سي سٺ وريهين تائين جيئرا رهي سگهن ٿا. تنهن کان پوءِ ويچار تمام هڪڙو وڏو اخلاقي گناهہ آهي ۽ ڏسون ٿا تہ جيڪي انهيءَ جا ڏوهي آهن سو سگهوئي مري وڃن ۽ جيڪڏهن ڪي ڪين بار بہ آهن تہ اُهي نوبل ۽ نپوسنڪ آهن ۽ هو پاڻ بہ وڃن ڏينهون ڏينهن، تن توڙي من ۾ ڪمزور ٿيندا.

اسين ٻين قومن جي بہ مثالن مان ڏسي سگهون ٿا تہ اخلاق جو قانون ڪهڙو نہ اڻ گس آهي. مثلاً انڊمان ۾، ماڻهو ٻار جي ڄمڻ بعد، پنهنجن زالن کي ڇڏيو ڦتو ڪن ۽ يعني تہ اهي رڳو سوارت جا ٻيلي آهن ۽ تنهنڪري نيتڪ نيم جي ورڌ وڃن ٿا. نتيجو اهو ٿيو آهي جو اُها جاتي وڃي جلد صفحہ هستيءَ تان ميٽبي. جڏهن **دارون** ٿو چوي تہ اخلاقي سرت بنہ جانورن ۾ بہ آهي، جو ڏسبو آهي تہ تمام ٻچڙا جانور پنهنجي ٻچن جي جان بچائڻ لاءِ پنهنجي جان ڏيڻ کان بہ ڪين گسندا آهن. سچ آهي تہ جيڪڏهن سڀ ساهہ وارا جانور، انهيءَ اخلاقي قانون سان ٻڌل نہ هجن تہ هڪڙو ساهہ وارو جيڪر ڪون بچي ۽ هوند دنيا بيابان ٿي پوي. ماڻهو جو ٻين جانورن کان مٿي آهي سو بہ هن ڪري جو هن ۾ اخلاقي سرت ٻين جانورن کان تيز ۽ گهڻي وڌيل آهي ۽ پنهنجي عيال يا ڪٽنب يا ملڪ لاءِ پنهنجي جان جو صدقو ڪري سگهي ٿو. تنهنڪري اسين ڏسون تہ **دارون** جي اصول "نهايت لائق جي بقائي" (survival of the fittest) موجب بہ ماڻهوءَ کي هر ڪنهن ڪم اخلاق جي گڻ گهرت سان هلڻو پوي ٿو. هن جي وڏائي ڪا گڏ ڪيل ڌن تي آهي نڪا فوجي اسباب تي آهي پر رڳو ڌرم ۽ سٽيہ تي آهي.

## "نيڪ اخلاقي ۽ عالمگير فيض"

جيڪي اڳي چيو ويو آهي تنهن مان ثابت آهي تہ مخلوقات جي ڀلي جو دارمدار اخلاق جي پيروي تي آهي. جيڪي بہ وڏا اخلاقي گڻ آهن جهڙوڪ پريم، پچ، احسانمندي، حب الوطني، تن سڀني جو مقصد مخلوقات جي خير خواهي آهي. درحقيقت اهڙو هڪڙو بہ گڻ ڪونهي جنهنجي مراد جي حد رڳو اڪيلي سر جي خيرخواهيءَ تي هجي. ساڳيءَ طرح اهڙو هڪڙو بہ اخلاقي گناهہ ڪونهي جو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح گنهگار کي تہ ڇڏيو پر ٻين ڪيترن کي نقصان نٿو پهچائي. تنهن

ڪري ماڻهو چڱو آهي يا خراب آهي تنهن ۾ رڳو هن هڪڙي جو واسطو نہ آهي پر درحقيقت سڄي ڪٽنب يا نيات بلڪ سڄي دنيا جو واسطو آهي.

رڳو ماڻهو ڪٿي پنهنجي ابي ڏاڏي جي پر ڪين هڇيندا آهن تہ بہ اُن جو اثر سندن نيات پاڻ تي ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ خيال جي دنيا کي ڪي حدون تہ آهن ئي ڪونہ. جڏهن ماڻهوءَ کي پوري پڪ ٿيءِ وڃي ٿي تہ ڪا رسم خراب آهي تڏهن هو ضرور اُها ڇڏيندو پوءِ ڪٿي هن جي اها ڳالهہ ٻين کي پسند اچي يا نہ. هن جو پهريون فرض آهي تہ جيڪي بد اخلاق آهي تنهن سان پنهنجو تعلق ٽوڙي ۽ پوءِ ٻين کي پنهنجي مت جي پاسي آڻي. سڀ سورما، رشي ۽ اوتار انهيءَ قسم جا ماڻهو ٿيا آهن؛ جنهنڪري ئي هو رڳو پنهنجي خالص خلوص سان حق جي پختي پيروي سان ماڻهن جي خيالن جي واٽن ۾ هيتريون تبديليون آڻي سگهيا.

ليستاءِ ماڻهوءَ مرونءَ کان پري ڇٽبو جيستاءِ هو خود غرض آهي ۽ ٻين جي سک جو خيال نٿو رکي. هو جيوان جي درجي کان تڏهن چڙهي مٿي ٿئي ٿو جڏهن هو پنهنجي ڪٽنب جي هت چاهي ٿو. هو انهيءَ کان بہ مٿي تڏهن ٿو چڙهي جڏهن پنهنجيءَ سڄيءَ نيات يا جاتيءَ کي پنهنجو ڪٽنب ڪري ٿو سمجهي. اڃا بہ انهيءَ کان اوچو تڏهن ٿو وڃي جڏهن هو جنکي اسين اناري قومون ٿا چئون تنکي تہ پنهنجي ڪٽنب جو ڀاتي ٿو سمجهي. غرض تہ جيتري قدر هو پنهنجن ڀائرن جي ڀلي لاءِ پورهيو ڪري ٿو اوتري قدر هو وڏو ۽ بلند ٿئي ٿو.

جيستاءِ اسان کي پنهنجن ڀائرن لاءِ همدردي ۽ محبت نہ هوندي ليستاءِ ائين ڪڏهن ڪونہ چئبو تہ اسان نيتي ڌرم سمجهيو آهي. سريشٽ نيتي عالمگير آهي. ائين سمجهي تہ هر هڪ برادر جو مونتي حق آهي، اسان کي هرطرح سان دنيا جي خدمت ڪرڻ کپي. جيڪي ائين سمجهن ٿا تہ اسين رڳو پاڻ ڏي جوابدار آهيون سي ڪي وڏي اخلاق وارا ماڻهو ڪونہ هوندا. اُهو تہ هڪڙو بيوقوفيءَ ۽ خطري جهڙو خيال آهي تہ جيڪو پنهنجا حق پاڻ نٿو سنڀالي سگهي سو جي ڪونہ سگهندو. ايشور ڪڏهن ڪونہ اُنهن کي وساريندو، جي پنهنجي جيوت پوترتا ۽ هڪ ٻئي ڀاو سان ٻين جي شيوا ۾ ارپڻ ڪري ڇڏين ٿا.

آدم ذات هڪ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ سڀ هڪڙيئي اخلاق جي قانون جا برابر پابند آهن. ڌڻيءَ جي نظر ۾ سڀ ماڻهو هڪ جهڙا آهن. برابر قوميت ۽ مرتبي جا سنڌا سيڙها آهن. پر جئين ماڻهوءَ جو مرتبو مٿي آهي تئين سندس جوابداري بہ وڌيڪ آهي. جيڪڏهن اسين ڪري ڪا وڏي اوچي پدوي حاصل ڪريون تہ اسان کي پنهنجي

سرفرازيءَ جي لباڙ نه هڻڻ کپي ۽ نڪي ٻيا جي اسان کان هيٺ آهن تن کي نفرت جي نگاهه سان ڏسڻ کپي. جئن اسين ٿا پنهنجو ڪم ڪريون ٿئن هو به ٿا پنهنجو ڪم ڪن ۽ سڀ هڪ ئي عام مدعا يعني انسانيت جي ڀلي لاءِ ٿا ڪم ڪن. جيستائين اسان اهو سڌانت نه گرهڻ ڪيو آهي تيستائين اسين نيڪ اخلاق نه چئبا سين.

انهيءَ مان اهو پرڻام ٿو نڪري، ته هڪڙي قوم ۽ ٻيءَ قوم تي پنهنجي خود غرض مطلبن لاءِ حڪمراني ڪري سو اخلاق جي نقط نگاهه وٽان ناحق آهي. جيڪڏهن ڪنهن ترقيءَ ڪيل قوم جي تعبيداريءَ هيٺ ڪا ٻي قوم آهي جنهن انهيءَ جهڙي ترقي نه ڪئي آهي ته انهيءَ قوم جو پرم ڌرم آهي ته پنهنجي تعبيدار قوم کي پنهنجي برابر ڪرڻ ۾ هر ڪا ڪوشش ڪري. اخلاقي قانون موجب راجا کي کپي ته پاڻکي پرجا کان مٿي نه سمجهي، ڇاڪاڻ ته دراصل هو پرجا جو شيوڪ آهي. اختياري وارن ماڻهن کي کپي ته اُهي پنهنجن پائرن جي ڀلي لاءِ پنهنجي اختياري هلائين. جا لوڪ شاهي اخلاق جي بنياد تي ٻڌل ڪانهي ۽ جا اسوار تي ۽ نشڪام استرين توڙي پرشن جي جڙيل ڪانهي سا راڄ شاهيءَ کان به خراب آهي.

اخلاقي قانون جي پڻ اها تقاضا آهي ته ڪٽم يا قوم جي زوردار ماڻهن کي گهرجي ته جيڪي مظلوم ۽ ضعيف آهن تن جي حفاظت ڪن. جيڪڏهن سڀ ماڻهو لوڪ شيوا پنهنجو پرم ڌرم ڪري سمجهن ته ڌن ميڙڻ هوند پاپ ڪري سمجهن ۽ پوءِ جيڪر ڌن جي بي برابري ٿئي ڪانه، جنهن ڪري وري نڪو ڏڪار نڪا بک ٿئي.

دنيا ۾ گڻ اَلپ آهي ۽ اسين پاڻ ڪاسي ۾ ڪٺا آهيون، انهيءَ خيال کان نيتيءَ جي مارگ تي هلندڙ کي دل لاهڻ نه کپي. اُنهن جو وڏو فرض آهي سچ تي هلڻ ۽ ٻيو سڀ ڌڻيءَ تي ڇڏڻ. انهن کي ڪڏهن پنهنجي ڪرمن جي ڦل جو ويچار نه ڪرڻ کپي، ڇاڪاڻ ته چڱي ڪم جو انعام آهي اُن جو ڪرڻ.



# نااُميد

ليکڪ:- سي - ايل - منگهاڻي .

تمنائن کي مون ثبوت ڏيئي سچ جي صورت ۾ آندو. خيالن جي مرڪز کي مون خوبصورت خواهش جو ڏيئو ڪيو. انهن سڳنڌيءَ ڀريل ٻوٽا جوڙيم. چمڪندڙ گلن تي چلڪندڙ ڪنبي ڌريم. اڏامندڙن جيتامڙن خوشيءَ جي واچٽ وچائڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن ...... سندن زبانن تي خاموشيءَ جي چادر وڇايل رهي.

رات جي صفيد چادر تي، شمش جي ترڪي تي جهلڪندڙ برف وانگر، ٻهڪندڙ بنگلو ڏٺم. منجهس جا بجا ٻهڪار ۽ خوشيءَ جو واس هو. راحت ڏيندڙ گانا هئا. اکين لاءِ وڻندڙ ديد هئي. دل لاءِ وڻندڙ خوراڪ هئي. سڀني سپنن لاءِ مٺو پلنگ هو. منهنجي دل جي تمام خيالن جي شڪل هوهند قائم هئي. ڪنڊ ڪنڊ ۾ منهنجو نالو هو. منهنجا عضوا نرم چادر تي زور سان ڇهنيا ........ دل جي اڏامندڙ خواهش منهنجي همت تي وڌي. مون اٿڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ...... منهنجا پير جڪڙيل رهيا.

لعل رت سان ڀريل لبن تي هڪ ننڍڙي ڀونڊي مون ڳولي ڪڍي. صرف سارنگيءَ جو مڌر آلاپ هو. تارن کي حرڪت ۾ رکڻ لاءِ سندس نازڪ آڱريون هيون. هوا ۽ لهرين جي خطر ڪان جل آجو هو. سندس اکين ۾ نشيلو چهڪات هو جنهن پنيان اڻ مٽيل اونهائيون هيون. هن قربانتا نيڻ کڻي مون ڏانهن نگاهه اڇلائي. مون مشڪي ڏانهنس وڌڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ...... وچ ۾ بي انت نير هو.

پري پري اُفق ۾ مون پنهنجي دل جو گهر سمجهيو. ان ڏانهن جڏهن ڀري نظر ڪيم. اتي صفيد واريءَ ڀريل ڪنارو هو. ساگر جو دل بهلائيندڙ آواز هو. ڦڙدار برج هئا. لعل رت لي چلڪندڙ اڪ جي ڇايا هئي. خوبصورت ديويءَ ”اڪيلائيءَ“ سڳنڌيءَ ڀريل پساهه تي ڪنيا. سندس آڪار ۾ سڀو مٺدان وڇايل هو. مون دل کي قابوءَ ۾ آندو. قدم کڙو ڪيم ليڪن ...... ڪيترو نه ويچو هو.

ان طوفاني پيريءَ ڪارڻهن ۾ هڪ پڳل جهوپڙي تي نظر تي ٻوڙيم. منجهس ٻوڙيم. منجهس اجها مند ڙ ڏنئي تي جهڪيل شڪل جو عڪس تي پيو. ڏيري ڏيري صفيد ريش زاهد جي شاندار شڪل اڪ جي تاري تي چلڪي. پاسي ڪان ڪوئلو شراب جو رکيل هو ۽ هٿ ۾ نظم جو دلڪش جلد هوس. چپن جا چپ مان منا خيالات پريل آواز تي آيا. پٽ ۾ ڪبوتر جو آکيرو هو. صرف سانت جو چوڏس قبضو هو. مون اونهو ساهه کڻي سندس دامن پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن... هن هٿ سان نانهن واري.

پره ڦٽي باک ۾ ستار جي سيتل تارن جي مٺي جهڻ جهڻ هوا ۾ ويڃا لتاڙڻ لڳي. سا سانت پريل سمي ۾ سندس آواز چوطرف گونجڻ لڳو. ڪنهن نا اُميد جي ورلاپن جو ذڪر هو. سندس هٿ ڏيرج سان لاهي چاڙهي اڪرڻ لڳو. سندس اڳيان ڪشادو ميدان ۽ ماٿري وچايل هو. مٿان ياري نيلو گنبذ هو. اڪ جي چيڙي وٽ برف ـ ڍڪيل شاندار پهاڙ هو. مون ساز تي زبان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن... منهنجي آواز کي هوا وستو نه ڏنو.

اوچتو للڪار يندڙ آواز مٿي ۾ گونجڻ لڳو. ديد پنيان وراڻيم. آخرين پساه واري روشنيءَ وقت سو تجلو تي ڪيو. سندس وٽ ڪاري هٿي، تيل ختم تي چڪو هو. حياتيءَ جي بي نئي منزل شروع ٿيڻ جو نقش سندس ٻواڙ تي صاف هو. تيل جو وٺو دوور نه هو. مون هٿ ٻ گهيڙيو. دل ڦرڪڻ لڳي ليڪن نا اُميديءَ توڙ تائين سچو سات ڏنو. ڏڪندڙ هٿن مان باقي اميد زمين جي سوراخن ۾ غائب تي ويئي.

# ڪافي

رب رضا پر راضي هون - هيءَ رب راضي تو مين راضي،
پي پيالا مست هون بئنون - ڪيا ڪري ملا ڪيا قاضي،
ڪسي لئي تسبيح ڪس مالا ڪو - آنکين منديں پر راضي،
رب راضي اُس پر هي - جو بي راضي ڪو ڪرتا راضي،
هر ڪي رضائي پر راضي هو - اب چوڙ مڪر دنيا سازي،
رام نام پر ليــن هو بابا - ڪــر نه دروغ دغا بازي،
هر گهٽ رام رمئيا ديکڪي - ياد نهين ڪرتــا ماضي،
هوني پر راضي هو رهه - هو راضي جس مين هر راضي،
سب راضي تو مئن راضي هون - مئن راضي تو سب راضي،
هي بهاري صورت سين راضي - تو صورت آگي هين راضي.

ديوان صورت (بهار)

# شارڊا ائڪٽ

ليکڪ:- مولائي شيدائي

شارڊا ائڪٽ انگريزي عمل هيٺ آندو ويو ته هندستان جا نو عمر جوان شباب جي عالم کي پهچڻ بعد شاديون ڪن ۽ ننڍپڻ ۾ شاديون ڪرائڻ جي رسم کي بنجو اچي وڃي. هن ائڪٽ مان اها معنيٰ نڪرندي ته هندستاني ٻالڪ برهمچريه رکڻ سگهن، ويريه جي حفاظت ڪن تاڪ هو بلوان ٿين، سندن صحت چڱي رهي، سندن عمر ۾ اضافو ٿئي ۽ تندرست سنتان پيدا ڪن وغيره. ائڪٽ واقعي ڪارائتو آهي پر سوال آهي ته موجوده زماني ۾ ڪارگر ٿي سگهندو يا نه؟ اُن سان گڏ ٻيا ڪهڙا اُپاءَ وٺڻ گهرجن جنڪري نوجوانن جي تندرستي بحال رهي سگهي ۽ ١٨ ورهين جي عمر تائين شانتي ۾ رهي سگهن ۽ برهمچريه جي پالنا ڪري سگهن. پراچين ڀارت کنڊ ۾ نوجوانن جي زندگي سادي هئي. غريبن توڙي راجائن جا ٻار وديا پراپت ڪرڻ لاءِ سون ڪوهن جي مسافري جهاڳي شهرن کان دور جهنگن ۾ وڃي رهندا هوا، ڇاڪاڻ جو اُن سمي ۾ ڀارت ورش جون يونيورسٽيون سندر ٻنن اندر ڪکن جي ڪٽيائن ۾ هونديون هيون. سندن روزمره جي زندگي نيم پٽاندر گذرندي هئي. يوگ اڀياس اُن زماني جي تعليم سان لاڳو هو. وديارٿين کي سمورو ڪاروبار هٿن سان ڪرڻو پوندو هو. ايشور جي ڀڳتي ڪرڻ ۽ اُستاد جي آگيا ۾ رهڻ سندن مکيه فرض هئا. شهري آبادين کان پري رهڻ ڪري هو شور ۽ غل کان آزاد ۽ شانت ۾ رهندا هوا. کليءَ هوا ۾ رهڻ ۽ سادي غذا ورتائڻ ڪري سندن صحت قائم رهندي هئي. اهڙي ايڪانت ڪري هو ويريه جي رکشا ڪري سگهندا ها. سندن تفريح طبع لاءِ انيڪ قدرتي ڏيک ويک موجود هئا. جهنگلي وڻن ٻوٽن جي سڳندي هوا، جبلن جون سبز ماٿريون، چشمن جي رواني دل کي آنند ۽ سک پهچائڻ لاءِ ها. مٿين ڪٽيائن جي وديارٿين مان ڪي مها پرتاپي ٿي گذريا. جي راجائن جا مالڪ ٿيا سي پرجا پال ٿي گذريا. ڪي بلوان ٿي گذريا. ڪليءَ سيا ۾ ڏنش موڙڻ ۽ وڏن ڪشالن کي منهن ڏيڻ لاءِ سندن ٻانهن ۾ شڪتي هئي. آهي منش تي قبضي رکڻ ۾ قادر هوا. ڊاڪٽر انني بيسنٽ ڪتاب "انڊيا فري آر باند" ۾

پراچين ڀارت جي تعليم تي هڪڙو
خلاصو باب ڏنو آهي. اُن سمي ۾
غريبن توڙي دولتمندن کي شد کاڌو
ميسر هو. ڀارت ديش ۾ کير ۽ ماکيءَ
جون نديون وهنديون هيون. غذا جو
اثر روح تي پوندو. انڪري شد
کاڌي کائڻ ڪري ايشور پرارٿنا
ڪرڻ ۾ دلين کي سچو آنند نصيب
ٿيندو هو. پورن برهمچريه رکڻ ڪري
نوجوانن جي دلين ۾ پريم جو ساگر
موجون هڻندو هو. ڀارت جي ڪنيائن
جي سندرتا جي ايتري هاڪ پيل هئي
جو سوئيمورن ۾ نوجوان قسمت آزمائي
ڪندا هئا. اهڙي يڳ ۾ هندواسين
جو سنتان به سوڀياوان هوندو هو. جيڪڏهن
سٽ يڳ کان وٺي دواپر يڳ تائين
ڀارتواسين جي اوستا جا انگ اکر
ڏيکاربا ته مضمون وڏي ويندو. مسٽر
هربلاس راءِ شارڊا پنهنجي ڪتاب
"هندو سپيريارٽي" ۾ هر هڪ ڪڙي
کولي بيان ڪئي آهي. مٿيون بيان
پراچين ڀارت جي اتهاس جو هڪڙو
سونهري باب آهي. موجوده زماني
۾ ملڪ مٿان وڏي ڀاري مصيبت اچي
پئي آهي جو وڏن شهرن جي هوٽلن
توڙي ٻين دڪانن تان سٺو کاڌو ملي
نٿو سگهي. جنهن سون ملڪ مان
نڪري ويو آهي تنهن شد گيهه به ملي
نٿو سگهي. هزارن نمونن جا ولايتي
تيل بطور گيهه جي بازارين ۾ وڪامي
رهيا آهن. دوڪاندار ٿوري نفع
جي لالچ ۾ مٿين نقلي گيهه جو وڪرو
ڪن ٿا. اُهي دراصل ديش سان ٺڳي
ڪري رهيا آهن. ڪن ڪن ملڪن ۾
ميونسپالٽين نقلي گيهن جي بندش لاءِ
جوڳا قدم کنيا آهن پر اڃا به في
صدي ۹۰ ماڻهو نقلي گيهه تي گذران ڪن
ٿا. ميون ۽ ٻين ڦلن جون قيمتون ايتري
قدر ڳريون آهن جو دولتمندن کانسواءِ
غريب طبقي کي نصيب ٿي نه ٿا سگهن.
انڪري برهمچريه ۾ رهڻ ته درڪنار
پر تندرستي به ميسر ٿي نه ٿي سگهي.
روزمره بيمارين ۾ اضافو ٿيندو ٿو
وڃي. شهرن ۾ چپي چپي تي ڊاڪٽرن
جا دوڪان کليل آهن. اهڙي ويساهه
گهاتي ۾ جڏهن هندوستانين کي شد
کاڌو ميسر ڪونهي تڏهن ويرڻ ڪهڙو
پيدا ٿيندو. هندوستان ۾ هر سال گهڻا
ماڻهو بيمارين وگهي مرن ٿا. جيڪڏهن
هن دکي ديش جي انباري ۾ ٻين
ملڪن سان ڀيٽا ڪري ڏسبي ته
انگ اکر ظاهر ٿي پوندا.

موجوده تعليم گاهون وڏن شهرن ۾
آهن. چوطرف ٻيڙي، تاڙي جا دوڪان،
شراب جا گتا ۽ رنڊي خانا کليل آهن.
سنيما جي ٿيئٽرن ۾ جيڪي به تصويرون
ڏيکارجڻ ۾ اچن ٿيون تن ۾ فسانه عشق
جي رازن ۽ نيازن کي ڏسي خود بخود
نفساني جذبات ڀڙڪو کائي اٿن ٿا.
مٿين قسم جا دوڪان سيني لاءِ کليل
آهن. هر ڪو منجهن آزادي سان وڃي
سگهي ٿو. هاڻي ديش جي اڄوڪي حالت

۽ موجوده حالت جي پيٺا ڪري ڏسو. ڇا موجوده زماني ۾ ڀارت جا نوجوان برهمچاري رهي سگهن ٿا؟ ڇا ڀارت جا نونهال شباب جي بهار جي منزل کي پهچن ٿي ڪين ٿا ته اڳيئي خزان سندن ايندڙ گلشن کي ويران ڪري ڇڏي ٿي. اُستادن جي آ گيا جو هي حال آهي جو ڪاليجن جا وديارٿي اسٽرائيڪن ۾ سندرو ٻڌي بيٺا آهن. جهٽ اسٽرائيڪ ٿيو ۽ ڪاليج بند. وري جيڪا تعليم ملي ٿي سا پيٽ جي ڌاتڙي جي پورائي ڪرڻ لاءِ. جي نوڪري نه ملي ته نوجوان بيڪار. وري موجوده تهذيب جيڪو غضب برپا ڪيو آهي تنهن ته دکي ديش جي حالت قابل رحم بنائي ڇڏي آهي. نوجوانن ۾ سادگي بدران عيش پرستي ۽ آرام طلبي وڌندي ٿي وڃي. نت نئين ۽ ٺاٺ سينگار جو شوق وڌندو ٿو وڃي. هنئين قسم جي فضول خرچي کانسواءِ سندن آرام طلب طبيعتون محنت ڪرڻ کان ڪيٻا ئن ٿيون. اهوئي سبب آهي جو ڪي نازڪ مزاج نوجوان بي روزگاري جي ڪري همت هاري آپ گهات ڪرڻ تي مجبور ٿين ٿا. اڳي خوبصورتي جو دارومدار ويري تي منحصر هو. پورن برهمچاري رهڻ ڪري ڪنيائن توڙي بالڪن جي چهرن تي ويري جي جوهر ڪري روشني هئي. اُها حقيقي سوڀيا من کي موهيندڙ هئي. اڄ اُهي ڪنول جهڙيون مکڙيون به اڻا ٽڙيل ڪين آهن ۽ ڇهايل نظر اچن ٿا. نقلي سينگار ڪرڻ لاءِ هر هڪ نر توڙي ناري وٽ سينگاردان ۾ مغربي پائوڊر ۽ ڪريم ۽ صابڻ موجود نظر اچن ٿا. اُردوءِ واري سچ چيو آهي:-

ڀهول تو دودن بهار
حسن جا اعزاز دکهلا گئي
حسرت هي اُن غنچون په
جو بن کهلي مرجها گئي

پتورتا استرين لاءِ سوامي جي سک ئي سينگار آهي. ڀارت ۾ استرين لاءِ جيڪا عزت آهي سو هنن لاءِ سورگ جي مثال آهي. اڄ گهرو ڪاروبار ڪشت جي برابر آهي. ڪلبن، ٿيئٽرن ۽ عام تماشگاهن ۾ زالن جي اچڻ وڃڻ جي معنيٰ آهي جاڳرتا. حسن جي نمائش ۽ گرم بازاري ڪرڻ جي معنيٰ آهي تهذيب. اهڙي تهذيب ۽ تعليم جي زماني ۾ شاردا اُڪت ڪاغذ جي ٻيڙي جي مثل آهي جو نيرنگيءِ زماني جي باريڪ لوڏي سان فنا ٿي سگهي ٿو. موجوده تهذيب جا ڪرشما ۽ غذائون اهڙي قدر شرانگيز آهن جو خود بخود نفساني خواهشات ۾ اضافو پيدا ٿئي ٿو. ڀارت کنڊ جا بالڪ هڪ اهڙي آب و هوا ۾ پرورش وٺي رهيا آهن جو سندن دلين کي شانتي ميسر ٿي نه ٿي سگهي ۽ برهمچاري رهي نه ٿا سگهن. ووواهه ڪرڻ ڪا نپوءِ سنتان به ڪمزور پيدا ڪن ٿا. انڪري ڪلجگ ۾ انساني اوستا به گهٽجڻ لڳي

آهي. ناليٰ طور اوستا جو عرصو هڪ سؤ ورهيه ليکجڻ ۾ اچيٿو پر سراسري گهٽجي وڃي ٽيويهه سالن کي پهتي آهي. شارڊا ائڪٽ جي معنيٰ آهي انساني خاڪي پتلي جي ابتدائي بنياد کي مضبوط ڪرڻ، پر هن اهين تهذيب ۾ ٻالڪ پنهنجي بنياد کي مضبوط رکڻ کان عاجز آهن. اهي خالي تقليد ۽ نقلي آرائش کي ڪاميابي سمجهن ٿا. ڪين ياد رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن سندن عمارت جي پهرين منزل جو بنياد ڪم طاقت رهجي ويو ته پوءِ اها عمارت گهڻو وقت جٽاءُ ڪري نه سگهندي. ضرورت آهي ته هن بيداري ۽ آزادي جي يڳ جي زماني ۾ ڀارت جا نونهال بـديمان ۽ جفاڪش بڻجن جن سندن جگر فولاد جا ۽ اکيون عقاب وانگر تيز ٿين تاڪ مغربي تهذيب جي طلسم خاني جي آئيني ۾ پنهنجي نفع ۽ نقصان کان واقف ٿين. اهڙي شعور ۽ هوش پيدا ڪرڻ لاءِ ڪين دماغي ۽ جسماني قوت جي ضرورت درپيش آهي. مٿين قوت هو ويد جي سهائتا سان حاصل ڪري سگهن ٿا. ڀارت جي رشين ۽ منين ويد جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪيا. دنيوي عيش ۽ آرامن کي ڇڏي جهنگلن ۾ اڪيري وڃي بسيرا جوڙيئون تاڪ شانتي ۽ ايڪانت ۾ رهن. اوهان مان جيڪي به پريمي يوگ ابياسن مان ٿورو به واقف هوندا سي تسليم ڪندا

ته ويد اڳيان سڀ لطافتون هيچ آهن. منهنجي لکڻ جو اهين مطلب ڪين آهي ته توهين دنيوي ڪاروبارن کي ڇڏي وڃي جهنگ وسايو. هرگز ڪين. ڀارت جون اميدون توهان سان ٻڌل آهن. ڀارت ماتا کي پنهنجن ٻالڪن کان خدمت وٺڻي آهي اڪري توهانکي ديش جي سيوا ڪرڻي آهي اهڙيءَ طرح ڪنيائون اڳتي هلي قومن ۽ نسلن جون مائرون سڏبيون. توهانجو جنم پوتر ۽ قلدائڪ تڏهن ٿي سگهندو جڏهن توهانجون دليون ۽ دماغ سالم رهندا. مٿين تعميري پروگرام ۽ اتم سنتان پيدا ڪرڻ لاءِ وديا پراپت ڪرڻ سان گڏ ويد جي حفاظت ڪرڻ لازمي امر آهي. ڀارت جي غلامي جو وڏو سبب هي آهي جو ڀارت جا ٻالڪ اڄ اڪس پنهين ٿا ته موجوده تهذيب جي اچرج ۾ ڦاسيو پون. موجوده تهذيب ۾ وڏي اها خامي آهي جو انسان پنهنجن قدرتي شڪتين کان محروم رهجي وڃيٿو. اهڙي طلسم کي ٽوڙڻ لاءِ ويد هڪڙو ڪارگر هٿيار آهي. چاڪاڻ جو ويد ۾ اها طاقت آهي جو انسان جي اندر ۾ هڪڙي قسم جي جوت پيدا ڪريٿو جنهن جي پرڪاش جي وسيلي انسان پنهنجي روم روم مان گهوي اندروني ڀيدن ۽ اسرارن مان واقف ٿئي ٿو. ويد ڪيس سندس شڪتين جو پيغام پهچائي ٿو. پس جڏهن جوت جو اندر ۾ چشمون

پيدا ٿئي ٿو تڏهن ظاهري به روشني ڀڄي ٿي. پوءِ ڪوبه طلسم اثر ڪري نه ٿو سگهي. خودي جي پيد معلوم ڪرڻ کان پوءِ جڏهن آتما سجاڳ ٿئي ٿي تڏهن پاڻ مرادو خبر پوي ٿي ته پائدار زندگي ڪهڙي شيءِ جو نالو آهي ۽ هن سرشٽي ۾ اچڻ مان ڪهڙي مراد آهي. مٿين بيان مان معلوم ٿيو ته پنهنجي رازداني لاءِ ويراڳ ضروري آهي. هي اُها دولت آهي جا فاقيه مست ڪنگالن کي حرص ۽ هوس کان بي نياز ڪريو ڇڏي. اُها شڪتي آهي جو تپسيا ڪرڻ وقت سچو آنند نصيب ٿئي ٿو. هي اُهو جوهر آهي جو خاڪي مورتين ۾ سندرتائي پيدا ڪري ٿو. اُهو مينگهه آهي جنهن جي هر هڪ بوند ويران دل کي آباد ۽ ڪروڌ کي ڪيڏي سيتل ڪريو ڇڏي. سندس سوز ۽ ساز جي ڪري دل جي مندر ۾ پريم ڀڳتي جو نظارو پسجي ٿو. هن وستو جي ڪري سڀ چنتائون مٽجن ٿيون ۽ منش کي شانتي ملي ٿي. وري اِن پريم ساگر مان جيڪي موتي نڪرن ٿا تنجي پرک اُهي جوهري ڪري سگهندا جن وٽ ويراڳ جو قدر آهي.

# ڪافي

مٺا ٿين ٿون ماندي نال وڻي ٿو ڪي ليندا

١- عاشق رکج آسرو وره کان ٿيندي ۽ واندي
اج اگڻ تنهنجي ايندا

٢- اجها ٿيندي ۽ وسگهڙي ميان هو لن سان هيڪاندي
ڳل پاڻهون تنهنجي ڏيندا

٣- خبر خوشحاليءَ جي ميان اج ايها اسان آندي
هڪ اچي تو سان ٿيندا

٤- وهندا ويڙهي تنهنجي ڪاڻ پنهنجن پاندي
ڪين وري پوءِ ويندا

٥- سچو اجهو آئيو ميان دوست ڏسي درماندي
سڀ بدئون بخشيندا.

(سهل سرمست)




ليکڪ:- مسٽر ليلارام پريمچند واڌواڻي بي-اي.

مشهور صوفي فريدون عطار منطق الطير (پکين جي گفتگو) نالي هڪڙو عجائب نظمي ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ پرين جي پيچري جي حيرت انگيز تصوير چٽي اٿس. ڇا ڇا تان تصوير ۾ ڏسون؟ پکين جو ميڙ اچي مڙيو آهي، سندن شاهه "سيمرغ" جو ڪوهه قاف ۾ رهي ٿو، تنهن جي ديدار جي سڪ سيني جي دلين ۾ جاڳي آهي؛ ڇو "جانان بي جانان ڪجا آيد بڪار" يعني محبوب کانسواءِ حياتي ڪهڙي ڪم جي؟ اٿي خبر پيئي اٿن ته ڪوهه قاف ڏي وڃڻ جي وات ڏاڍي اڻانگي آهي. رڻ مٿو، راتو تتو لڳو پيو آهي. ويچارا پکيئڙا دهلجي ويا آهن. پر هڪ ڏاهو ۽ همٿ ڀريو پکي هدهد نالي منجهن آيو آهي.

"شاهه جو آگاهه سارو هو جنهين،
ليڪ ٻه جو آزمودو هو تنهين."

چوي ٿو:

مون سان جي همراهه هيڪر ٿيو پکي،
شاهه کي لوچي لهون لعلن لکي.

پر پکي چوڻ لڳا ته اسين ضعيف ۽ ناتوان آهيون، ڪنهن ڪتال اڏڻون ۽ پر بي ڪار؛ نتا اڏري سگهه سارين جو سيمرغ جهڙي بلند پرواز شاهه کي پهچي سگهون. هدهد تنهن تي شرمائين ٿو، ۽ عجيب فسانا ٻڌائي، عشق جو اُلو تهين سڀ سندن دلين ۾ اٿاري ٿو. همٿ جو سندرو ٻڌي، هدهد کي هادي بنائي، سفر جي تياري ڪئي اٿن. نوي وڄي آهي، بگل لڳو آهي، ڪوچ شروع ٿيو آهي.

رستي ۾ سندن پيشوا ڪين همٿائيندو، آڪاڻيون ٻڌائيندو هلي ٿو ۽ سندن مشڪلاتن جا جواب ڏيندو ٿو وڃي. ڪو پڇيس ٿو ته هن مشڪل راهه جي شروعات ۾ ئي اسين ماندا ٿي ويا آهيون، سو هن هيٺي حال ۾ ڪئن سڀ منزلون لتاڙي سگهنداسون. ان کي ٻين ڳالهين سان گڏ **بيبي رابعه** جي ڳالهه ٻڌائي ٿو ته ڪئن ست سال رڙهيون پائي ڪعبه ڏانهن هلي هئي، ۽ چوين ٿو ته هن راهه ۾ رابعه واري عاشقي کپي ۽ سچي مردانگي هئڻ

گهر جي جا منزل مقصود کي خيال ۾ رکي، تڪليفن ۾ نه ٿ جي.

پيو پکي عذر آڻي ٿو ته اسين گنهگار آهيون، سو ٻندا گندا ڪئن شاهه جي نزديڪي حاصل ڪري سگهنداسين؟ تنهن کي وري ٻڌائي ٿو ته ڪئن هڪ ماڻهو هڪ ٻت اڳيان زارزار آزي نيزاري وينو ڪري ۽ تنهن کي ڌڻي تعاليٰ پاڻ جواب ڏئي ٿو. تنهن تي فرشتو جبرئيل عجب ۾ پئي ته ڌڻي تعاليٰ کان پڇي ٿو ته ٻت کي خطاب ڪندڙ ماڻهو کي، اي بي نياز، تون پنهنجي لطف سان جواب ڏين ٿو! ڌڻي تعاليٰ فرمايو ته اڻ جاڻائي کان هنجي دل تي پردو چڙهيل آهي، پر مونکي نه جاڻ آهي سو منهنجي لطف جو در کليل آهي.

وري ٻي ڳالهه ۾ ٻڌائي ٿو ته قارون جنهن حضرت موسيٰ تي خوفناڪ بدي رکي ۽ جو هن جي پٽ سبب زمين ۾ غرق ٿي ويو، تنهنجي حق ۾ پڻ ڌڻي تعاليٰ حضرت موسيٰ کي عتاب ٿو ڏئي ته اي موسيٰ! قارون توکي ستر ڀيرا زارزار پڪاريو پر تو هن کي معاف نه ڪيو. مونکي جيڪڏهن اهڙي زاري سان هڪ وار پڪاري ها ته شرڪ جي شاخ هن جي جان مان ڪڍي دين جي خلعت هنکي پهرايان ها.

ٽيون پکي وري چوي ٿو ته مان دنيا جي عشق ۽ دنيا جي دولت جي عشق ۾ غلطان آهيان. تنهن کي ٻيجي رابعه جي ڳالهه ٻڌائي ٿو ته ڪئن هڪ وقت

هن کي ٻه رپيا مليا هئا، جي هڪڙو هڪ هٿ ۾ ٻيو ٻي هٿ ۾ ڪري سمهي، متان ٻه گڏ جهلڻ ڪري آواز ٿئي ۽ ڪو اچي ڦريس. انهيءَ ڦرڻي وچان سڄي رات ڄڳندي پوڄيا ئيس. تنهن تي خيال آيس ته دولت جنهن ۾ هيترو خفو ۽ هيترو انتظار تنهن کي ترڪ ڪرڻ گهرجي.

حضرت عيسيٰ ڪنهن شخص کي غار ۾ سمهيل ڏسي کيس چيو ته اي بي خبر، اٿي ڪم ڪر ته توشو مليئي. هن شخص جواب ڏنو ته مان ٻنهين جهانن جو ڪم ڪري رهيو آهيان چو ته دنيا منهنجي نظر ۾ هڪ گاهه جو پن آهي ۽ دنيا جي نعمت، دنيا جي حرص ۽ هوس کان آجو آهيان. تنهن تي حضرت جن چيو:

”چون ز دنيا فارشي آزاد خسپ،
خواب خوش با دت بخسب وشاد خسپ“

يعني جي دنيا کان فارغ آهين ته پلي آزاد ۽ خوشيءَ سان سمهي پئه. هد هد خبرداري ٿو ڪرين ته دنيا جو هڪڙو هڪڙو تعلق اوهان جي لاءِ سو ليز باهين جي برابر ٿيندو!

”هرڪو تعلق جو تون دنيا ۾ رکين،
آهه باري باهه جنهن ۾ تون ٽپين.“

انهيءَ قسم سان هوش پريو هد هد انيڪ قسمن جي سوالن جا جواب ڏيندو، هنن جا شڪ شبها لاهيندو هلي ٿو. هن ننڍڙي مضمون ۾ انهن جو سارو وستار ڪري نٿو سگهجي. سو

رڳو ٻچاڙي جي سوال تي اچون ٿا، جتي ڪي ويچارا ٿڪ ۾ ماندا ٿي پڇن ٿا ته "هن راهه ۾ ته اسان جون اکيون ئي ڪارائجي ويئيون آهن. اي اسانجا رهبر ۽ رفيق! مهرباني ڪري ٻڌاءِ ته باقي پنڌ ڪيترو آهي" هدهد چوي ٿو ته ٻرين جي پيچري ۾ ست واديون يا منزلون آهن، جي لنگهي پار پوندا تڏهن شاهه جي درگاهه تي ايندا. انهن منزلن جو ذڪر هيٺين ريت ڪري ٿو:

(١) وادي طلب يا ڳولا جي

هن واديءَ ۾ لهي هيٺ ٿيو ئي ڪين ته ٽپ ٽپ تي مشڪلاتون ڏسڻيون پونديون، قدم قدم تي بلائن کي منهن ڏيڻو پوندو، درندا ۽ پرندا ويڙهي ويندا، جيڪي نفساني خواهشون هونديون سي زور ونديون ۽ انهن کي ڪيڻ لاءِ ويهن ئي نهن جو زور لڳائڻو پوندو. دنيوي مال متاع هيٺ سڀ ڦٽا ڪرڻا آهن، بلڪ ٻنهي جهانن تان دل کڻڻي آهي. محبوب جي ڳولا ۾ جهد ۽ جفا ڪڍي، هڪ لحظو به مات ڪري ويهڻو نه آهي، تڏهن تنيءَ پيو هلبو. انهي وات ۾ آتش ڏسي به منهن نه موڙبو، مگر پرواني وانگر مچ ۾ ٽپي پئبو. جئن مجنون مٺي ٻي چاٽي ته من ليلي اتان ليبهر، تئن ڪو به هنڌ طلب کان خالي نه ڇڏڻو آهي، ۽ نه دل شڪستو ٿيڻو آهي. اهڙي مڙسيءَ سان طلب ڪبي ته بيشڪ ڪاميابي حاصل ٿيندي.

(٢) منزل يا وادي عشق جي

عشق جي واديءَ ۾ اچڻ باهه ۾ ٽپو ڏيڻ آهي. عاشق اُهو ٿئي جو خود باهه وانگر هجي، باهه ۾ پيو ويچي ۽ ڳاراٽي ۾ پيو ڳري؛ عاقبت جو انديشو نه ٿو ڪري، ٻئي جهان ٽنڊل مچ ۾ وجهو ڇڏي. اهڙو ته هن جو جوش آهي، جو هر وقت جا نثاريءَ لاءِ تيار بيٺو آهي. عشق جي آتش ۾ عقل جو دونهون پيهي نٿو سگهي، سو عاشق کي نه پنهنجو سماءُ رهي ٿو نه ٻئي ڪنهن جو. تفاوت ۽ فرق هو وساريو ڇڏي، پٿر ملي چا، گوهر ملي چا. نه ايمان قبولي ٿو نه ڪفر؛ نه سچائي شڪ، نه يقين. نيڪ ۽ بد هن کي هڪجهڙا آهن. بيا رحمت جي طلب ڪن ته هو ابليس وانگر لعنت گهريو وٺي، جئن شاهه لطيف چيو آهي "عاشق عزازيل بيا مڙيئي سڌريا، منجهان سڪ سبيل لعنتي لعل ٿيو." جئن مجنون ٻڪريءَ جي کل پهري، چوپاين وانگر سرنگون ٿي، ليلي جي گهٽي ۾ ويو، ته من ليلي جي بوءِ حاصل ڪريان ۽ پوءِ اها کل ئي پهريندو رهيو، چي هن کل ۾ محبوب جي بوءِ ورتي اٿم، سو سواءِ هن کل جي ڪا پوشاڪ نه پهريندس؛ تئن عاشق ڪنهن به حالت ۾ رهڻ کان عار نه ٿو ڪري ۽ سر جو سانگو ڦٽو ڪري، ننگ وڃائي نانگو ٿي رهي ٿو، ۽ سواءِ محبوب جي ٻيو ڪو آسرو نٿو رکي. اهڙي طرح جڏهن عاشق نفس کي عشق جي باهه ۾ ساڙي

پاڻ کي پاڪ ڪري ٿو، تڏهن ٽين وادي ۾ گهڙڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو.

### (۳) منزل يا وادي معرفت جي

هيءَ وادي ايڏي آهي، جنهنجو منهن نه مٿو. هتي هرڪو پنهنجي ڪماليت جي درجي آهر سير ڪري ٿو. هتي پانڌيڙوءَ کي پنهنجي ذات جي راز جي خبر پوي ٿي، ۽ ڪل اندر مغز ڏسي ٿو. پاڻ کي جسم نٿو سمجهي ۽ جسماني حرص ڪان نڪري باهر ٿئي ٿو. هنجي اندرين اک کلي ٿي ۽ ۽ سواءِ محبوب جي ٻيو ڪي نٿو ڏسي، هر جاءِ، هرهنڌ، اهوئي هڪ پيو پسي. سو هزار اسرار پردي هيٺان نڪري نروار ٿين ٿا. دنيا جا ڏک هو سک ڪري سمجهي ٿو، ڇو ته هن کي چڱي طرح ذهن نشين ٿئي ٿو ته هر حال ۾ حڪمت آهي.

### (۴) وادي يا منزل بي پرواهيءَ جي

هڪڙي ماڻهوءَ جي نظر اڳيان جو پردو هو سو دور ٿيو ۽ عالم اسرار جي خبر پيس. هڪ غيبي آواز آيس ته جيڪي گهرڻ سو گهر، يڪدم ملندءِ. مرد چيو ڏسان ٿو ته خود نبي بلا ۾ مبتلا آهن، پوءِ مون غريب پيرسن کي راحت ڪٿان رسندي. جڏهن هيڏن وڏن کي رنج حاصل آهي ته ننڍڙن کي وري گنج ڪٿان نصيب ٿيندو؟

مٿين مرد وانگر هن منزل وارو بي پرواهه آهي، ڇو ته دل جي شاهوڪاري اٿس. هن کي ڇا جي مٿي ڇا جو جبل، ڇا جو درياءُ، ڇا جو فلڪ، هن منزل ۾ ست سمنڊ هڪ ننڍڙو چشمو نظر اچي ٿو، ست بهشت هتي مثل ڏسجن ٿا، ست دوزخ جميا پخ ٿيا پيا آهن. هت ماڪوڙي کي سؤ هاٿين جي طاقت آهي. هن منزل تي هلندڙ ظاهري طرح زمين جي سطح تي آهي پر باطني طرح حقيقت جي عرش تي آهي.

### (۵) منزل يا ماڳ

توحيد يا وحدت يعني ايڪتا جي

قضا سان هڪ معشوق درياهه ۾ ڪري پيو، ۽ عاشق پڻ هڪدم پنيانس ٽپو ڏنو. جڏهن وڃي گڏيا ۽ ٻڏا ٿي تڏهن معشوق پڇيس ته اي بي خبر، مان ته اتفاق سان ڪري پيس، پر تو ڇو پاڻيهي پاڻ کي پاڻي ۾ اڇلايو. ڇي ڪيترن ڏينهن کان مونکي شڪ آهي ته "تون" "مان" آهيون يا "مان" "تون".

"چون تو من باشي و من تو بردوام
هردو تن باشيم يڪ تن والسلام"

جڏهن "تون" "مان" ٿئين ۽ "مان" "تون" ٿيس، ته ٻئي تن هڪ تن ٿي پيا سين ۽ سلام. انهن ڇٽي سڙن درياهه ٿيا. دئي وڃائڻ ۽ محبوب ۾ گم ٿي وڃڻ آهي توحيد. وري شاعر چوي ٿو ته "گم شدن گم ڪن" بلڪ گم ڪرڻ کي به گم ڪريا جئن شاهه لطيف چوي ٿو "ترڪ ڪر ترڪ کي، وڃڻ ڪنان وڃ" هن منزل ۾ پانڌيڙو پاڻ

وڃائي ٿو ۽ سڄو ٿي عالم هنکي هڪ ٿي هڪ محبوب نظر اچي ٿو. جڏهن اهو هڪ خدا عدد کان ٻاهر آهي، جئن شاهه لطيف فرمايو آهي "لوچان تي لاهد ۾ هادي ۽ لهــان نه حد"، تڏهن پانڌيڙوءَ کي نه آد نظـر اچي ٿي ۽ نه انت ۽ جي آد ۽ انت گم ٿي نه پوءِ وري "وچ" ڇا جو رهيو. پوءِ ٽپو ڏيئي گهوري ٿو حيرت جي واديءَ ۾.

(٦) منزل يا وادي حيرت جي

پيلا هتي جي ازل، ابد ۽ وچ گم ٿي ويا آهن سو ويچاري پانڌيـڙي جو پيچرو گم ٿيو وڃي، منجهيو پـوي ۽ حيرت ۾ پئجو وڃي. جيڪي توحيد واري منزل ۾ سکيو هو، سو وسريو وڃيس. پڇنس ٿا ته هستيءَ ۾ آهين، يا نيستيءَ ۾؛ کناري تي آهين يا وچ درياهه ۾؛ لکل آهين يا پڌرو آهين؛ فاني آهين يا باقي آهين، يا ٻئي آهين، يا نه ٻئي نه آهين، يا خود تون ٿي نه آهين؟ چوي ٿو ته مـــان کي ڪي نٿو ڄاڻان، نکي خبر ٿي پوي تـه ڪي نٿو ڄاڻان. عاشق آهيان، پر ڪنهن تي، سا خبر ڪا نه اٿم؛ نکي مسلمان آهيان، نه ڪافر؛ پر پوءِ ڇا آهيان سا خبر نه اٿم. خود عشق جي آگاهه ڪانهيم ڇو ته عشق سان دل پر به اٿم، خالي به اٿم.

هتي ويچارو پانڌيڙو دک ۽ درد ۾ پيو ڳري. آهون اندر مان نڪرنس ٿيون. هڪڙي هڪڙي وار جي پاڙ مان، سواءِ ترار جي، خون ڳاڙيندو رهي ٿو؛ پر جڏهن درد ۾ پچي راس ٿئي ٿو، تڏهن گهلجو اچي ستين منزل ۾ پوي.

(٧) منزل يا وادي فنا جي

انهيءَ منزل جو احوال سمجهائڻ لاءِ شاعر هڪڙي آکاڻي ٿو ٻڌائي ته هڪ رات پتنگن ٻهه ڪيو ته پنهنجي محبوب شمع کي هلي ملون ۽ ٺهراءُ ڪيائون ته اول هڪڙو منجهان ئـن وڃي شمع جو احوال وٺي اچي. اهو هڪڙي محلات ۾ ويو جتي پري کان شمع جو نور ڏسي موٽيو ۽ سنگتين کـي معلوم ٿيل حقيقت ڏنائين. پر سندن وڏيري چيو ته هنکي شمع جو سماءُ نه آهي، سو ٻيو ڪو وڃي. اهو اندر وڃي شمع سان لڳو لڳ بيٺو، پر انجو تـاءُ مٿس غالب پيو، سو موٽي آيو، ۽ اچي شمع جي وصال جو احوال ڏنائين ۽ ڪجهه راز ٻڌايائين. وڏيـــري چيس ته تو البت نشان ڏنو آهي، پر اجا راز جو پورو واقف نه ٿيو آهين. تنهن تي ٽيون اٿيو ۽ مستي ۾ ڀرپور ٿي، نچندو ٽپندو اچي مچ جي مٿان وينو ۽ ان کي ڀاڪر پائي پاڻ کي منجهس گم ڪري ڇڏيائين. پريان ڏسنس ته باهه وانگر ڳاڙهو ٿيو پيو آهي. وڏيري جڏهن ڏٺو ته هي يار شمع جي نور سان هڪ ٿي ويو آهي، تڏهن چيائين هيءُ ئي سچو ڄاڻو آهي، ٻيو مڙيو ئـــي بس. "غيبئون غيب غيوب ۾ ويڙا، ڄاڻ انهن وڃي ڄاتو آهه" جيڪو بي خبر

۽ ني اثر ٿيو تنهن کي سارو سماءُ پيو. جيسين جسم ۽ جان کان بي خبر نہ ٿيا آهيو، تيسين محبوب جي خبر ڪٿان لهندا".

اهڙي طرح هنن ماڙيءَ ۾ پنڌ ڪندڙ کي پنهنجو پاڻ بہ وسريو وڃي. جانيءَ جي جمال جو جلوو جو هو پسي ٿو، سو سندس پردا ۽ پوش يعني جسماني حرص ۽ هوس، جسماني خواهشون ۽ خيال وساريو ڇڏي ۽ رڳو محبوب ئي محبوب وڃيو بچي. دنيا جي تعلقات کان فارغ ٿيڻ، بلڪ پنهنجو پاڻ وڃائڻ سو آهي فنا ٿيڻ، نابود ٿيڻ. پر جئن شاهہ صاحب چيو آهي "جيئلان ٿيا نابود، ليلا نهن گڏيا بود ڪي"، سو پاڻ وڃائڻ آهي صاحب پائڻ، بي خود ٿيڻ آهي با خدا ٿيڻ، فنا ٿيڻ آهي بقا لهڻ.

ستين وادي جو ذڪر ٻڌڻ بعد ڪيترا پکي دلشڪستا ٿي پيا ۽ اڳتي هلڻ کان منهن موڙيائون. پر جن جي سڪ سچي هئي سي تپو ڏيئي متي مهراڻ ۾ گهري پيا. سالها پي ڏونگر ڏوريائون ۽ جهر جهنگ جهاڳيائون ۽ منجهائن هزارها وات جا ڪشالا ڪيندي مري ويا، ڪي دريا ۾ غرق ٿي ويا، ڪي ٽڪ ساٽا ڪيا ۽ ڪي بڪ ماندا ڪيا. گهڻا تہ وري اهڙا بہ هئا جي عجيب ۽ غريب نظارو ڏسڻ ۾ غلطان ٿي، اتيئي ويهي ويا، ۽ ڪيترا هئا جي بعضي ڪٿي ڪٿي ڪو تماشو ۽ طرف ۽ ڪي عيش ۽ خوشيون ڏٺيون تہ انهن ۾ ئي اٽڪي پيا. جڏهن سڀ واديون لتاڙي منزل مقصود تي وڃي پهتا، تڏهن ڏسن تہ باقي ٽيهہ پکي وڃي بچيا آهن. اتي بہ گهڻي مدت ڪرڻي پئي تڏهن سيمرغ جو ديدار نصيب ٿين. پر ديدار ڪندي حيرت ۾ پئجي ويا، ڇو تہ-

چون نگہ کردند آن سیمرغ بود-
بی شک آن سیمرغ آن سی مرغ بود
در تحیر جملہ سرگردان شدند-
می ندانستند این یا آن شدند
خویش را دیدند سیمرغ تمام-
بود خود سیمرغ سی مرغ تمام

مطلب

جڏهن سيمرغ ڏانهن نگاهہ ڪيائون ڏٺائون تہ ماڙ اهو سيمرغ پيو نہ آهي. پر ۳۰ پکي (سي معنيٰ ۳۰ ۽ مرغ معنيٰ پکي) جي پاڻ آهن. حيرت ۾ حيران ٿي ويا، جو خبر نٿي پين تہ پاڻ هي آهن يا هو. وري پاڻ ڏي نظر ڪن تہ ڏسن تہ ساڳيا ۳۰ پکي هڪ ئي سيمرغ آهن. انهن پاڻ ۾ سيمرغ ۽ سيمرغ ۾ پاڻ ڏٺائون "ڇي اسين سڪون جنکي، سي تان اسين پاڻ."

سورج ۾ چانو گم ٿئي ٿي، پاڻي موتي سمندر سان ملي ٿو، "اسان" ۽ "توهان" جو راز معلوم ٿئي ٿو.

# عجيب ليلا

هر چيز ۾ عيان ٿي لالن پو ڇو لڪائين ؟
هڪ ٿي وري انيڪون راسيون پو ڇو رچائين ؟
١- جڳ ڦولوار سهڻي تون نـاز سان نپائي ،
غنچه و ٿار گلڙا تنهن جـا پو ڇو ڇنائين ؟
٢- عادل عدل جو صاحب سڀ آد کان چون ٿو
ڪي شاهه ڪي گدا جي گهر ۾ پو ڇو نپائين ؟
٣- شب روز هڪ گهڙي ٿو پورو نه پيٽ پالي ،
ٻي وٽ ذري ادم سان لڇمي پو ڇو ليٽائين ؟
٤- سر پاو- سر درشٽي ساڄن سنده سدائين
* موسو ٻلي و ٻڪري شينهن کان پو ڇو کپائين ؟
٥- آنند سروپ تنهنجو اعلي امن جو عاشق
فتنا فساد جهيڙا موهـن پو ڇو مچائين ؟
٦- ڪرٽا ندان ڪرپا ساگـــر سپا جهو ٿي چئه
پو نڪنپ مرض جنگيون ڦهري پو ڇو ڪيرائين ؟
٧- سچيار ۽ سخـــي جي پرماتمـا پسند ٿو
لوفر لچا و موذي احمـق پو ڇو اپائيـن ؟
٨- اعلان آهه تنهنجو ”ڀڳتن سان پاو منهنجو“
سورن ۾ ٿن ستائي سوريءَ پو ڇو چڙهائين ؟
٩- ناچوءِ جيان نچائـي سارو جڳت هٿن سان
سڀ جو ٻڌي تون ڪراري سنگهه پو ڇو سڏائين ؟
١٠- ڪن ۾ ملڻ جو واعدو ويدن انـدر ڪيو ٿو
**مستان** ڪي مدت کان ساڄن پو ڇو سڪائين ؟
منگهارام شيوڪرام ( مستان )

---

* موسو = ڪئو.

# درسي ڪتابن جون چوڪون

## سنڌي ڇهون ڪتاب

ليکڪ:- عبدالله عبدالواسع [عبد]

درسي ڪتاب، ڪنهن به ملڪ جي تعليمي حالت ناهڻ ۽ ٻڌائڻ ۾ هڪ خاص اهميت رکن ٿا ۽ دنيا جي نقشي تي هن وقت ڪوبه اهڙو ملڪ ڪونهي، جنهن درسي ڪتابن کان بيپرواهي اختيار ڪئي هجي ۽ پوءِ به انهي ملڪ جي ايندڙ نسلن ۾ زندگي ۽ جوانمردي، ادب ۽ سياست جا سڳيا جوهر موجود رهيا هجن. درسي ڪتابن جي اهميت رڳو هن مان ئي معلوم ٿي سگهي ٿي جو چين ۽ جپان جي هلندڙ جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ، جپان جيڪي آخري شرط چين کي قبول ڪرڻ لاءِ ڏنا هئا، تن ۾ هڪڙو هي به هو، ته چين لاءِ درسي ڪتاب جپان وارا تيار ڪندا ۽ جپان جي تيار ڪيل ڪتابن کانسواءِ، ٻيا ڪتاب چين جي سڪولن ۾ پاڙهيا نه ويندا. سڌريل ملڪن ۾ درسي ڪتابن جي سٺا ۽ تياري لاءِ جيڪو بندوبست ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن خبرداري سان اهي ڪتاب ڇاپيا وڃن ٿا، سا ڪا لڪل ڳالهه ڪانهي. اڄوڪا ٻار، سڀاڻي جا ابا ٿيڻا آهن، تن جي تعليم ۽ تربيت کان بي پرواهي ڪري، ڪوبه ملڪ اها اميد ڪئن رکي سگهي ٿو، ته اهي ٻار سڀاڻي وڏا ٿي، ٻين ملڪن جي مقابلي ۾ سندس مان ۽ شان وڌائيندا ۽ سندس عزت قائم ڪندا. يورپ ۾ سيڪڙن سال ٻارن لاءِ نوان ڪتاب ٺهن ۽ ڇپجن ٿا، جن ۾ ڪين پولي، ساهتيه، هنر ۽ راڄنيتي ڳالهين بابت سيڪڙن قسم جي نئين واقفيت ڏني وڃي ٿي ۽ اهڙي طرح انهن کي نه رڳو سندن ملڪ، پر ٻين ملڪن جي هلندڙ ڳالهين کان به باخبر رکيو وڃي ٿو. پر اسان جي سنڌ سونهاري جون ڳالهيون ئي اور آهن. اسان وٽ جيڪي درسي ڪتاب آهن سي پنجاهه سالن جا پراڻا آهن اڄوڪا ماستر، جڏهن خود پاڻ شاگرد هئا، تڏهن انهن به اهي ساڳيا ڪتاب پڙهيا هئا. جنهن جي معنيٰ هيءَ ٿي ته پنجاهه سالن ۾ سنڌ اندر حالتون پنهنجي جاءِ تي چپ هڻي بيٺيون آهن ۽ انهيءَ عرصي اندر جڏهن زماني ۾ ڪيترن ئي قسمن جا انقلاب اچي چڪا آهن، تڏهن سنڌ ۾ ڪا به ڦيرو گهير ڪا نه ٿي آهي. نه رڳو ايترو پر هاڻوڪا درسي ڪتاب قسمين قسمن جي چوڪن سان به ڀريل آهن. منجهن غلط واقفيت، گرامر ۽ ٻوليءَ جون ڪيتريون ئي چوڪون نه آهن، پر صورتخطي جون غلطيون به موجود آهن هيٺ اهي چوڪون

آڏاڙتار سوين هيٺ ڏيا اٿو، جنهن مان معلوم ٿيندو ته اهي ڪتاب جي اسان ڪيترن ئي سالن کان پاڙهي، پنهنجن ايندڙ نسلن جي تعليمي حالت کي ڀاڻ خراب ڪري رهيا آهيون، سي ڪڏهن نه چوڪن سان داغ ٿيا پيا آهن. مونکي اميد آهي ته اسڪول بورڊ ڪاميٽي جا ميمبر ۽ ٻيا تعليمي آفيسر هن پاسي خاص توجه ڪندا ۽ سنڌ جي درسي ڪتابن کي سڌاري جلد سنڌ کي انهن ڀوڳڻن سان ڇوٽڪارو ڏياريندا.

## صورتخطي جون چوڪون

درسي ڪتابن ۾ انهن ۾ صورتخطي جون چوڪون! درسي ڪتاب جنکي ڏسي ٻار لکڻ سکن ٿا تن ۾ ئي جيڪڏهن صورتخطي جون چوڪون هونديون، ته ڪئن انهن ڪتابن کي پڙهندڙ ٻار، صحيح ڳالهائڻ ۽ صحيح لکڻ سکندا؟ اهوئي سبب آهي جو اڄ ٩٥ سيڪڙو پڙهيل، صحيح سنڌي ۾ لکپڙهه ڪري نٿا سگهن. ٻيو ته ٺهيو، پر خود ڪيترائي ماستر به، جن وڏيرن انهن ڪتابن کي ڏسي پڙهڻ ۽ لکڻ سکيو آهي، سي به صحيح صورتخطي ۾ خط پتر لکي نه ٿا سگهن. تنهن ڏينهن هڪ دوست ڳالهه ٻڌائي ته ماسترن جي هڪ ميٽنگ ختم ٿيڻ کانپوء، ڪن ماسترن کي جڏهن مون آزمائش طور ڪي لفظ لکايا، تڏهن ڪوبه اهڙو ماستر ڪونه هو، جنهن جون ٽن کان گهٽ چوڪون نڪتيون هجن، توڙي انهن ۾ ٽيننگ ۽ جهونا ماستر به هئا. ڇهين ڪتاب جي ڀورين پڳن مان ڪي مکيه چوڪون هيٺ ڏجن ٿيون:-

(١) جنهن کي نشست برخواست جي خبر نه آهي. (سبق نائون). "برخاستن" جي معنيٰ آهي اٿڻ، تنهنڪري "واو" سان برخواستن لکڻ غلط آهي. خواستن جي معنيٰ آهي گهرڻ.

(٢) مدد جو همت ٻگهيڙ. [سبق تيرهون]. ١٩٣٥ع واري ڇاپي تائين، ڇهين ڪتاب جا جيڪي به ايڊيشن نڪتا آهن، تن ۾ "ر" بدران "ڙ" جي چوڪ ساڳي طرح هلي اچي. هتي آءٌ هن لطيفه بيان ڪرڻ کان رهي نٿو سگهان ته جڏهن گذريل سال مئٽرڪ جو نتيجو ڪجهه سخت نڪتو، جنهن ۾ شايد ٧٥ سيڪڙو شاگرد نا پاس ٿيا، تڏهن هڪ حيدرآبادي اخبار ڏاڍي جوش وچان لکيو:- صلاح پري ڳالهه هيءَ آهي ته مئٽرڪ جا پيپر وري ساڙجن. آءٌ حيران، ته هي اگني سنسڪار ڪنهن جو ٿو ڪيو وڃي ۽ پيپر ڇو ٿا ساڙيا وڃن. پوءِ سڌ پيئي ته پيپرن جي وري تپاسڻ جي صلاح ڏنل هئي.

(٣) هنن جي اکين جون ڪناريون، پاڻي جي سطح کان مٿي اڀريل هونديون هيون، جنهن لاءِ آڳر رکڻ سان هو حرف صحيح ڪري سگهندا هئا. [سبق پنجٽيهون]. "سهي ڪرڻ" معنيٰ "معلوم ڪرڻ" بدران "صحيح" لکڻ ڪيڏي نه وڏي چوڪ آهي.

(٤) جڏهن اسين پنهنجو وات کولي "آ" جو اچار ڪندا آهيون، تڏهن هو انهي چپن کي صحيح ڪري ساڳيو آواز ڪيندا آهن. [سبق پنجٽيهون]. ساڳي "سهي" بدران "صحيح" جي چوڪ هتي نه ڪئي وئي آهي.

## غلط واقفيت

اهڙا ڪتاب جن ۾ غلط واقفيت ۽ اڻ پوري معلومات ڏنل هجي، ٻارن جي رهبري ڪرڻ بدران الٽو کين گمراهه ڪيو ويو آهي، سي هڪ منٽ لاءِ به، شڪولن ۾ هلائڻ جا لائق آهن؟

(١) اپترو ۽ اصلوڪي ٻولي گم ٿي ويئي آهي، جو هينئر سنڌي گرامر جا ڳالهائڻ جا لفظ سڀ پارسي آهن [سبق چوٿون] ظاهر آهي ته ڳالهائڻ جا لفظ يعني اسم، فعل، صفت، ضمير وغيره سڀ عربي آهن ۽ نه پارسي.

(٢) ڪعبي شريف جي زيارت ڪرڻ کي حج چوندا آهن. [سبق پندرهون] ڪعبي جي زيارت کي حج ڪونه چوندا آهن، پر هڪ خاص وقت ۽ مقرر ڪيل جاين تي وڃي، خاص رسمون ادا ڪرڻ کي حج چوندا آهن.

## دمن جو غلط استعمال

(١) موجان گهڻن رنگن جا ٿيندا آهن، ڪي ڳاڙها، ڪي پيلا، ڪي صاف اڇا، ۽ ڪي وري تمام ڪارا ٿيندا آهن. [سبق ڇهون] "ٿيندا آهن" کانپوءِ رنگن جو تفصيل جا ٽاڪيل آهي، تنهنڪري دم جو نشان (:-) ڏيڻ گهرجي نه توري دم جو. "صاف اڇا" کانپوءِ توري دم جو به ضرور ڪونهي.

(٢) ڌن، دولت، مال متاع، ۽ گهرٻار [سبق ستاويهون] ڌن ۽ دولت جي وچ ۾ ۽ متاع کانپوءِ توري دم جو ضرور ڪونهي.

## زائد لفظ

بنا ضرورت، وڌيڪ لفظ آڻڻ ڪري، مضمون جي سونهن سو پيا مٽيءَ ۾ مليو وڃي. درسي ڪتاب جي ٻارن اڳيان مضمون نويسي سکڻ لاءِ هڪ نمونو آهن، تن ۾ به جيڪڏهن زائد لفظن جو استعمال ڪيو ويو، ته شاگردن جي مضمون نويسيءَ جو جيڪو حال ٿيندو، سو سڀڪو سمجهي سگهندو. زائد لفظن ڪم آڻڻ جا ٻه ٽي مثال انهي ڪتاب مان ڪجهي پيش ڪجن ٿا.

(١) هڪڙي سکو واپاري کي ڪو منشي اڳيان ڪم ڪار لاءِ کپندو هو. [سبق نائون] "اڳيان" لفظ آڻڻ ڪري، جملو ڪيترو نه قبيح ٿي پيو. هتي اهو لفظ بنهه بي ضرورت ۽ بي معنئ آهي.

(٢) انهي زماني جي ڪتابن جي نه هئڻ ڪري. [سبق چوٿون] ڪنهن لفظ کي هو هو ساڳئي جملي ۾ ڪم آڻڻ سان، جا پاتائي هن ڪتابن وسيلي پکيڙي ويئي آهي ۽ پکيڙي پيئي وڃي، تنهنجا مثال ڪنهن ٻي هنڌ ڏنا آهن. هتي رڳو ڏسو ته متئين جملي ۾ ٻيون "جي" بنا ڪنهن ضرورت ڪم آڻي، جملي کي ڪيئن نه برباد ڪيو ويو آهي.

(٣) ديوان گل جي ڪتاب ۾. [سبق چوٿون] "ديوان" کانپوءِ "جي ڪتاب" لکڻ نه رڳو غلط پر ڪل جهڙو آهي. "ديوان" ۾ ڪتاب جي معنئ پيل آهي. "ديوان" جي معنئ ئي آهي 'غزلن جو ڪتاب'.

(٤) موجان گهڻن رنگن جا ٿيندا آهن، ڪي ڳاڙها، ڪي پيلا، ڪي صاف اڇا، ۽ ڪي وري تمام ڪارا ٿيندا آهن. [سبق ڇهون]

پويون ' ڏيندا آهن' بنهه زائد ۽ غلط آهي.
جيڪڏهن اهڙا نمونا شاگردن اڳيان پيش
ڪبا ته شاگردن جو خدا حافظ.

(۵) شايد ماڻهو پاڻ ڏيندا ته نشانين جي
ٻولي سمجهائڻ ۾ ۽ سمجهڻ ۾ گهڻي دير لڳندي
هوندي. [سبق ٻارهون]

ڇهيون "۾" وڌيڪ آهي.

(٦) قيمتي شين ۾ موتين جهڙيون مهانگيون
ڪي ٿوريون شيون هونديون. [سبق سورهون]

"شيون" زائد آهي.

(٧) هو جيڪي ڪريتو سو خاص نيڪ
ارادي سان. [سبق سترهون]

"خاص لکڻ جو ضرور ڪونهي - خاص
نيڪ ارادو يا عام نيڪ ارادو ڪو نه ٿيندو.

(٨) نه ته ڏيهه يا چاليهه ورهيه اڳ ڇپان
کي پڇندو به ڪونه هو. [سبق سترهون]

'يا' جو ضرور ڪونهي.

## حرف تاڪيد جو استعمال نه ڪرڻ

ڪيترين ئي جاين تي تاڪيد ۽ زور ڏيڻ
لاءِ 'ئي' جو استعمال ڪبو آهي. انهن
جاين تي جيڪڏهن "ئي" نه وجهبو، ته
جملو ڦري سوال جي صورت وٺي بيهندو.
مثلاً:- "ڪالهه رامباغ ميدان ۾ ڪيترائي
ماڻهو هئا" چوڻ بدران، "ڪالهه رامباغ
ميدان ۾ ڪيترا ماڻهو هئا" چئبو، ته جملو
بيانيءَ مان ڦري سوالي صورت اختيار
ڪندو، جنهن جو مطلب ٿيندو ته ڳالهائيندڙ
پڇڻ ٿو گهري ته ماڻهن جو انداز ڪيترو
هو. انهي قسم جون غلطيون هن ڪتاب
۾ بي انداز آهن.

(١) هو ڪيترين ٻولين ڳالهائيندا هئا.
[سبق ٽيون]

"ڪيترين ئي" لکڻ گهرجي.

(٢) جي ٻين ڪيترن پراڪرتي ٻولين
مان نڪري ويون آهن. [سبق ٽيون]

(٣) مرجان گهڻن رنگن جا ٿيندا آهن.
[سبق ڇهون]

"گهڻن ئي رنگن جا" ٿيڻ کپي.

## حرفن جو غلط ڪم آڻڻ

حرف جو جي پوري جاءِ تي ڪم آڻڻ
۾ سيڪڙا ت پلجي پون ته ڪٿي چشم پوشي
ڪجي، پر درسي ڪتاب، جي ايندڙ نسلن
لاءِ سنئي ۽ آدرشي لکڻ جا هڪ نمونا آهن،
تن ۾ به جي اهڙيون چوڪون هجن ته
ڪيڏانهن وڃجي؟

(١) پوءِ انهي تي آڱر ڦيرائڻ کان جيڪي
هوندو، سو سهنجائي سان پڙهي سگهبو.
[سبق ٻارهون]

پاڻ به چوندا ته "کان" بدران "سان"
اچڻ کپي.

(٢) گلا خورن کي هن جاءِ ۾ گهڙڻ کان
منع آهي. [سبق سترهون]

"گهڙڻ جي منع آهي" وڌيڪ ٺهيتو.

## بي معني تڪرار (ساڳئي لفظ جو هڪ ئي جملي ۾ ورائي ورائي ڪم آڻڻ)

ساري دنيا جي سڌريل ٻولين ۾ ساڳئي
هنڌ، بنا ڪنهن خاص مطلب جي، هڪئي
لفظ کي ورائي ڪم آڻڻ ٻاڻائي سمجهيو
ويندو آهي، پر سنڌ سونهاري جو بابو آدم
ئي جدا. هن ڪتاب جي سبق لکندڙن
شايد ٻاڻائي کي ڪا وڏي خوبي سمجهيو
آهي، جو ويا آهن انهيءَ جو اجايو سجايو
استعمال ڪندا. مثال ڏسو:-

(١) انهي زماني جي ڪتابن جي نه هجڻ ڪري. [سبق چوٿون]
هڪ ئي جملي ۾ ٻه ڀيرا "جي" ڪم آندو ويو آهي.

(٢) بنارس جي مهاراجا جي محلات جي ڀرسان [سبق اٺون]
ٻه ڀيرا "جي" جو استعمال.

(٣) سمجهائڻ ۾ ۽ سمجهڻ ۾ - [سبق ٻارهون]
"۾" ٻه ڀيرا.

## ٽيون چوڪون

(١) هڪڙي دفعي مان هاٿوڪيون ڏيهي ٻوليون لکيون آهن، جن ۾ سنڌي، مرهٽي ۽ بنگالي ۾ ٻي مان. [سبق ٽيون]
"ٻي" بدران "ٻئي" اچڻ کپي، ڇو ته ٽنيان دفعي لکل اٿس.

(٢) هن پنهنجي ڪاڻ واري ڪوٺي جي دروازن ٻي وڏن اکون ۾ هيٺن ٻنيءَ لي لکائي ڇڏيو هو. [سبق سترهون]
دروازا گهڻا هئا ته ضرور ٽنيون به گهڻيون هونديون، تنهنڪري يا ٻئي جمع کپن يا ٻئي واحد.

(٣) زهر گڏيلن ڳالهين.
موصوف سان هرويرو صفت جي به جمع ۾ اچڻ جو ضرور ڪونهي. زهر گڏيل ڳالهين هجڻ گهرجي.

(٤) اوکيءَ ويل هو ساه تري تي رکيو- [سبق ستاويهون]
سري تريءَ تي رکي سگهبو، ساه ڪئن تريءَ تي رکبو؟ البت ساه مٺ ۾ اچي سگهيٿو.

(٥) ملڪ جي خدمت لاءِ هو ڪجهه به پنهنجي سر ٿي وسائيندا آهن [سبق ستاويهون]
"ڪجهه به" جي بدران "سڀ ڪجهه" هجڻ گهرجي.

(٦) سمجهه جي ڪيتري نه زيادتي ٿئي ٿئي ٿي. [سبق ٻٽيهون]
'زيادتي' جي معنيٰ آهي ظلم، وڌاري جي معنيٰ ۾ ڪم آڻڻ غلط آهي.

(٧) هننجي اکون جون ڪناريون ٻني جي سطح کان مٿي اٿيل هونديون، جنهن ڪري آڳر وکڻ سان- [سبق پنجٽيهون]
'جنهن' بدران 'جن' گهرجي.

(٨) ٻوڙن گنگن لاءِ به نشانين جي هڪ ٻولي جڙيل آهي- [سبق ٻارهون]
'ٻوڙن ۽ گنگن' هجڻ کپي.

(٩) قديم زماني جي راڄ سياڻن جي بيان جي- [سبق ٻارهون]
'بيان' بدران 'بيانن' اچڻ کپي.

(١٠) جڏهن آڳاٽي زماني جي شاعرن، مصنفن جا ڪتاب ٿا پڙهجن- [سبق ٻارهون]
'شاعرن ۽ مصنفن' لکڻ کپي.

مون ڪوشش ڪئي آهي ته پنهنجي مضمون کي جيترو ٿي سگهي اوترو مختصر ڪريان، نه ته ڇهون ڪتاب ته اهڙن رنگين داغن سان گل وگلزار لڳو پيو آهي. چوڪون به ڪوشش ڪري اهي بيان ڪيون اٿم، جي موٽيون موٽيون ۽ اهم آهن. هن کان پوءِ جلدي ستين ڪتاب جون چوڪون عرض ڪندس. مونکي اميد آهي ته تعليمي خيرخواه هن پاسي جوڳو ڌيان ڏيندا.




١- ڪچ ڪمايم ڪوڙ، ٻچم عبد الله جا،
ٻيڙو جو ٻاڻ جو سو چونڊي ٽاءِ چڙ،
معلوم اٿئي مون ڳوڙها انهيءَ ڳالهه جا.

(فصل ٻهريون سر سراڳ)

سچ ڪين ڪمايم، ڪوڙ ۽ ڪچ ڪمايم يعني ڪيم کوٽ ۽ کو سکرت کو نه ڪيم ۽ پنهنجي خاوند سان جيڪي قول ڪيم سي نه پاڙيم. انهنڪري هي ڏکه روئي ڳوڙو پاڻ سان ٻڙ جي ڇت تي پيو آهي. اي پريتم پيارا، انهيءَ جي حقيقت ڪا توکان ڳجهي نه آهي. توکي سڀ معلوم آهي.

٢- ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو،
انهي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، آڳهه اڇيو اُن جي.

(فصل ٽيون سر سراڳ)

شاهه صاحب چوي ٿو ته جن ساري رات جاڳي ٻوڙو ايشور کي ڏيايو تنهجي مٽيءَ وڏو مان پاتو ۽ مراد ته اهڙا پرش جيڪي خواه مٽي وڏي پد کي رسيا ۽ انهن جا سوين سلامي اچيو ٿين.

٣- ڏوري لهه ڏاتار جم وهين ويسرو،
هڪيو هيج هشيار ڪوڙ کو نڊءِ او چتو.

(فصل چهون سر سراڳ)

ادا اٿي ڳولي لهه پنهنجي ڏاتار کي متان ري غافل ٿي وهين. ڪجانءِ ڪا هشياري ۽ رهج ٻهري سڄاڳ، سو ڪو نه ڪال رهاي وڃ اچانڪ ساڙي نه ڇڏيئي.

٤- ٻاٽي مٿي جهوپڙا مورکه اڄ مرن
ساهان اوڏو سپرين، لوچي تان نه لهن
دم نه سڃاڻن، دانهون ڪن مٿن جڻن.

(فصل پهريون آبري)

ڏسو ته حال مورکن جا، آهن ٻه ٻاٽي مٿي جيئن مڇيون، پوءِ اڄ پيا مرن. ٻاٽي ٻاٽي اٿن لڳو لڳه ته به نه پيا پين. پرين پيارو ساهه کان به ويجهو اٿن ته به ڪيس ڳولي نٿا لهن. ڪن ۾ پنهنجي ڏٽي کي نٿا سڃاڻن پوءِ اڙٻلن ۽ قاتلن وانگي وينا دانهون ڪن.

٥- موڙان اڳي جي مٽا سي مري ٿين نه مات،
هوندا سي حيات، جيئڻان اڳي جي جيئا.

(فصل چوٿون معذوري)

مرڻ کان اڳي جي مٽا يعني جن پنهنجي من کي مات ڪيو ۽ وس ڪيو سي نه چئبا ته کي مري مات ٿيا سي جڻ سديو جيئرا سمجهبا ۽ جو نه جيئڻ کان اڳي پاڻ کي جيئرو ڪري ڇڏيا ٿون.

٦- سٿا اٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نه ٿئي.

(فصل ٽيون ڏهر)

سمهي سمهي ڪيترو سمهندي؟ اٿي ٿي ڪڙو ۽ ٻار ڪو پوڙو. ننڊون ڪندين ڪئن

پنهنجي شاهه وٽ سهاڳڻ ٿيندي يعني ڪئن ٿو ڪي ايشور جي سنگت پراپت ٿيندي.

٧- ڦريا پسي ڦٽ ڪري ڪيو نه چکيو
دنيا ڪارڻ دين وڃائي ولها ٿيا.

(فصل ٽيون ڏهر)

ڦيڻ ڏسي اوجهو وڃي پيا. سار جيڪو ڪيو هو تنهنکي مورکن ڪين چکيو ۽ دنيا ڪارڻ دين وڃايائون، سڃا ۽ سکڻا ٿي پيا. (ڪيو دين گنوائي دني سين دني نه چالي سات.)

١- ڪوڙ ڪماءِ ڪچ ائي اورالله سان،
ڪيئون دغا دل مان صاحب وٽي سچ،
محبت سندو من ۾ ماڻڪ پارج سچ،
ان پوائي اڄ ته سودو ٿئيئي سڦرو.

(فصل پهريون سو سواڳ)

هي ادا دنيا جا ڪم اٿئي ڪوڙا ۽ ڪوڙا سو مٿان ڪچ ڪمائين. تون ڪماءِ سچ ۽ سچاڳ ٿي پنهنجي ڌڻيءَ کي ياد ڪر. پنهنجي دل کي رک صفا ۽ جيڪو منجهس کوٽ خراب هجي سو ڪڍي ڇڏ چوته خاوند وٽ سچ پسند آهي. شاهه ٿو چوي ته جي پائين ته سودو سڦرو ٿئي يعني دنيا مان ڪٽي ائي هلان ته هيئن ڪر جو هوڏي ۾ پرم جي امل ماڻڪ جي دهين دڪاءِ.

جيڪي منجهه جهان سو ٿاريءَ لڳي تنهنجي،
لطف جي لطيف چئي تو وٽ ڪمي ڪانه،
عدل ڇتان آءُ نه، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

(فصل ٻيو سو سواڳ)

هي خاوند هن پرٿويءَ تي جيڪي ورتي ٿو سو تنهنجي آسري تي لڳي ٿو يعني تنهن جي آڌار ڪا نسواءِ ڪجهه ٿي نٿو سگهي. لطيف ٿو چوي ته ڌڻي تنهنجي مهر ۽ ميا جي ڪهڙي ڳالهه ڪريان. اها ته ڪٿڻ جي نه آهي سا سدائين ميٺهن وانگي مون تي پيئي وسي. عدل سان ته منهنجي پوري نه پوندي ۽ ليکي سان ڪئن ڇٽي سگهندس پر تنهنجو فضل گهر جي جنهن ڏاران منهنجي اڪا پر اڪا پيٽي.

ڇڳن سان چڱيون ائن سچڪو هوءِ،
تو جينءَ ڪري نه ڪوءِ، ٻچن سان ڀلايون.

(فصل چوٿون سو سواڳ)

جيڪو چڱائي ڪري تنهن سان چڱائي ڪجي اها ڳالهه ڪا مشڪل نه آهي. انهن سچڪو ڪوئي سگهي ٿو پر ڪو جو ٿو ڪهڙي ڪو ڪري جو ٻري سان ڀلائي ڪري.

قرب ڪيو ياڪ، ماءِ ملاقي نه اٿئي،
پورو اي پرياڪ، صوفي جي صالح ۾.

(فصل پنجون سو يمن ڪلياڻ)

هبڏانهن هت ۽ هوڏانهن پنهنجي خلق کي ويجهو ٿيڻ، انهن پنهي ڳالهين جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪئن ٿي سگهندو؟ مطلب ته هتيلو ماڻهو پنهنجي خدا سان ملاقي ڪين ٿي سگهندو. مٿيون خيال صوفي جي مٿي موجب پورو ۽ صحيح آهي.

هوندنان هوت پري، اوڏو آه اڻ هوند کي،
ساجن تن سوي، لاسين لڏين جي.

(فصل ٻيو معذوري)

هوند سان هوت لڌو ملي يعني جي دنياداريءَ ۾ ڦاٿل آهن سي خاوند کي اوڏو ٿي نٿا سگهن ۽ جتي اڻ هوند آهي يعني جي پرش دنياداريءَ کان آزاد ۽ مايا جي موهه کان ڇٽل آهن تن وٽ هوت هردم حاضر آهي ۽ جي فنا سان لڏين ٿا يعني جي دنيا کي فاني سمجهي ڪيس ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا آهن سي پنهنجن سڄڻ کي آسانيءَ سان هٿ ڪري سگهن ٿا.

ڪر جا ڪڏ ڪنئي، پوڻ ڪارڻ پرينءَ جي.
تنهن ۾ پاڻ پئي، غيبتي غار ٿيو.

(فصل ٽيون آسا)

شاهه چوي ٿو ته فلاڻي ماڻهوءَ دل ۾ سٽيو هو ته هي جا ڪڏ ڪٽڻ ٿو تنهن ۾ پنهنجي سنگتيءَ کي اڇلائي وجهندس سو سنگتيءَ کي ته ڪين ٿيو پر الٽندو لعنتي پاڻ پئي غرق ٿي ويو. "ڪهڙي ڪرڻي تهڙي پرڻي - ڪردني خويش آمدني پيش."




روچيرام گنگارام سڌاڻي ايم. اي.

ساري جهان جي وات روح جي راحت جي تات آهي، پر خوشيءَ جي اصولن کان غير واقفن کي خوشي اچي ڪٿان؟ غريب شاهوڪار ڏانهن آگر سڄي پيو چوندو، ڏس ڪئن نه موٽر ۾ موج پيو ماڻي، همت پند ڪري ڪري منهنجا ته پير پٿون ٿي پيا آهن، پر غريب کي خبر ڪانهي ته سيٺ صاحب کي سيج تي به آرام ڪير ڪو آهي. ناز وارا پار ۾ ڪوڙ ڪ لکوائس يا سندس پاڻيوار ڪو ڦڏو وجهي ڪورٽ ۾ ڪاهيو اٿس يا سندس سيڻ جن ڏهن هزارن جي لالچ تي مسين مسين سندس ڌيءَ ونڻ قبول ڪئي سي اڄا به وڏي گهر ڪرڻ لڳا آهن وغيره. زال لاءِ واجها ٽيندڙ پوڙهيل ٽوڙهيل کي خوش پيو سمجهندو ته پرنيل جي پناري وري اهڙي ڪا پيئي هوندي جو پيو چوندو ته انهيءَ کان عمر ڪنوارو رهان ها ته بهتر هو. اولاد کان نراس ٿيل اولاد پن کي خوش نصيب پيو سمجهندو پر اولادي پنهنجي اولاد مان ڪڪ ٿي ائين پيو چوندو ته انهي کان اولاد نه ٿئي ها ته چڱو.

مطلب ته پهرئين سٽ ماڻهو چئي نٿو سگهي ته اندر جو آنند آهي ڪهڙيءَ وستوءَ ۾؟ غور ڪري ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته اندر جي خوشيءَ لاءِ ڪنهن به ٻاهرئين ڳالهه تي مدار رکڻ سراسر مورکتا آهي. مون هڪ پيري پنهنجي ڪنهن ڪلاس کان اهڙو سوال ڪيو ته اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي جنهن جي وسيلي ماڻهو جو من سدائين خوش رهي. جواب ۾ ٻن ٽن چيو ته جنهن حالت ۾ ماڻهو هجي تنهن ۾ راضي رهڻ ۾. هڪڙي چيو سچي خوشي آهي دشمن سان پيار ڪرڻ ۾، ٻن چيو 'چڱن ڪمن ڪرڻ ۾،' ڏهن ٻارهن چيو 'صحت ۾.' خير مان ڪنهن سان شامل راءِ نه ٿيس جنهنجا سبب هيٺ ٿو ڏيان. جنهن حالت ۾ ماڻهو هجي تنهن ۾ راضي رهڻ ڪري ترقي ڪٿان ٿيندي؟ مثلاً ڪو ماڻهو غلاميءَ جي حالت ۾ آهي، تنهن کي چئجي ته پاڻ انهي حالت ۾ ٿي پلو آهين، دل جي خوشيءَ خاطر غلاميءَ ۾ ٿي صبر سان ڏينهن ڪاٽڻ چڱو اٿيئي ته پلا ڪيس ڪهڙو ڏيو ڏلو سين؟ سندس دل ۾ ڪهڙي خوشي پيدا ڪئيسين؟ غلام جي خوشي آهي ڪنهن به پر غلاميءَ

مان ڇٽڻ ۾ ۽ اهڙي ڪوشش ڪندي سر ڳريءَ تي رکڻ ۾ نه، سڀڪجهه صبر سان سهڻ ۾. مظلوم جي خوشي آهي ظالم سان دوبدو ٿيڻ ۾ نه، سندس دٻاءُ هيٺ دٻجي رهڻ ۾.

’دشمن سان پيار ڪرڻ‘ ڪهڙا نه رنگين لفظ! ان شاگرد ضرور ڪنهن ٻوڌي پستڪ ۾ پڙهيا هوندا. اهڙن لفظن ڪم آڻيندڙن کي ياد رکڻ گهرجي ته اندر جي آنند چاهيندڙن، جي ڪنهن سان به ٿي نٿو سگهي پوءِ پيار ڪنهن لاءِ ۽ تڪرار ڪنهن لاءِ؟ مان ته جيڪر هيئن چوان ته خوشيءَ جي ڪانکين کي سندن برخلاف ويندڙن جي ڪا به پرواهه هئڻ نه گهرجي، نکي ڪين ڏکوئي نکي چٽ چٽ ڪري.

چڱا ڪم ڪرڻ ته ڏاڍو چڱو پر چڱو ڇا، ٻڇڙو ڇا، تنهنجي به ته پوري پوري ٻوجهه هئڻ گهرجي؟ جنهنکي پاڻ چڱو سمجهي ويٺا هجون سو سچ پچ بُرو هجي ۽ جنهنکي پاڻ نفرت جي نگاهه سان ڏسي رهيا هجون سو پنهنجي روح جي راحت جو باعث بڻجي پوي. دنيا ۾ اهڙا گهڻيئي مثال ملندا جن مان مٿين ڳالهه ثابت ٿيندي، مثلا ڪو ماڻهو جو ٻئي جو حق ٻوڙي پنهنجي مٽ مائٽ کي اضافو ونيو ڏئي سو پنهنجي نظر ۾ ته بيشڪ چڱو ماڻهو ٿيو پر حق جي نظر ۾ بيشڪ ٻڇڙو چٽبو. چڱو ڪم ڪهڙو ٻڇڙو ڪهڙو تنهنجي هڪڙي مالڪ کي خبر پئي انهيءَ کي جنهن مالڪ جي منجهه پروڙڻ جو پورن اڀياس ڪيو هجي. هالو چالو ماڻهوءَ کي انهيءَ جو پتو پئجي نٿو سگهي. مثلا ڪو شخص، پنهنجن ٻچن کي بک ۾ پاهه ٿيندو ڏسي چوري وڃيو ڪري، هاڻ اهو چوري ڪرڻ جو ڪم چڱو، ڪين ڪو شاهوڪار ڪنهنجي مري وڃڻ تي سندس ملڪيت دٻائي رکي، انهيءَ زور تي ته ملڪيت بابت ڪو ڪاغذ پٽ لکيل ڪونهي، اهو ڪم چڱو. تڏهن به پاڻ ماڻهو چوري ڪندڙ کي نندينداسين ۽ شاهوڪار کي نَوڙي سلام ڪنداسين.

اهڙا ڪيئي زبردست مثال ڏيئي ثابت ڪري ٿو سگهجي ته عام ماڻهو انهيءَ مشڪل مسئلي کي حل ڪري نٿا سگهن. هاڻي جڏهن چڱي ڪم ۽ ٻڇڙي ڪم جي وچ ۾ ڀيد سمجهڻ ئي مشڪل آهي ته پوءِ اهڙيءَ ڳالهه تي اندر جي خوشيءَ کي ٻهارڻ ڪيترو نه ڏکيو ڪم آهي؟

ٻياڙيءَ وارو جواب آهي ’صحت‘. گهڻيئي صحت وارا پيا آهن، ته به چڱي ڪن، ڪاڏو مزي سان کائين، ڪو ڪم مٿن رکو ته برابر ڪن، پر ڪا به مشڪل ڳالهه پيش آئن ته ڍيري ڍلا ٿيو پون ۽ مايوسي ۾ مبتلا ٿيو وڃن.

هاڻي تڏهن خوشي رهي ڇا ۾؟ منهنجي الپ ٻڌيءَ ۾ ٿو اچي ته خوشي ڪنهن به ٻاهرين ڳالهه تي مدار نٿي رکي. خوشي آهي ’دل جي همت ۾‘ جهڙي به حالت ۾ ماڻهو هجي تنهنکي همت سان منهن ڏيڻ ۾ ئي خوشي آهي ۽ نه ٻي ڪنهن ڳالهه ۾.

همت واري جا آدرش اوچا، دل وڏي ۽ اعليٰ خيال ٿا ٿين. تنگدل وارن سان سندس پوئين ڪا نه پر تنهن هوندي به انهن

لاءِ اندر ۾ ويو نٿو سمائجي، ڇو ته اهڙو شخص ڪنهن کي به پنهنجو دشمن نٿو سمجهي. اهڙي آدميءَ مان ساري جهان کي فيض ٿو رسي. جنهن به ڪم ۾ هٿ وجهي انهن کي نئين رونق ٿو بخشي. سڀ ماڻهو منجهانس خوش. ڇو ته هو هر ڪنهن حالت ۾ ڪنهن به ڪم ۾ آبرو يا آسوارت جو انگ نٿو رکي. ڪانئس چڱا ڪم قدرت قدرتي طرح پيٽي ڪرائي. ڪنهن ڪم جو راس ٿيڻ يا نه راس ٿيڻ سندس چت کي چلائمان نٿو ڪري، هو همت جي نشي ۾ الوت ٿو رهي. همت ئي هنجي لياقت، هنجي طاقت ۽ هنجي روح جي راحت آهي. اهڙي آدميءَ جو اندر هميشه اوجل ٿيو رهي، هو هر وقت مالڪ جا شڪرانا ٿو مڃي ۽ هر ڪنهن ڳالهه ۾ مالڪ جوئي همت ڄاڻ پاڻ فقط حڪم جي ٻندي جيان ٿو ورتي.

---

# ڪافي

١- جي پانئين پسان پرينءَ کي تان لڪي وڃي ليئو
اڻ هوندو حباب آب تي عالم آئين ٿيو
پر فرق ڦوٽي ٻهر جو ڪهين ڪون چيو
جنهن ڳولهيو تي پرينءَ کي سو وڃو نئي ويو
جتي ٻولي نه آهي ٻن جي لتي ڏڪي ڪين ٿيون
جي پيو ۾ پرميشور تان ڪو ٻيو ۾ ٻيو
جي اسلام ٿيو الهه ڪون تان ڪفر ڪنهن ڪيو
جي ڪعبو خانو خدا جو تان ڪو ديول ڏوهه ڪيو
مڙهيءَ ۽ مسجد ۾ روشن هڪ ڏيو
ڪيئن جو ڪيئن پيو دلپت خلل اچي خلق ۾.
٢- ڇا ڪي وڏو پاڻ ۾ لڙڪن واٽين ويو
جي پيو ۾ پاڻ ڏٺي تان ڪرڙ ۾ ڪير
ڪک پن ۾ پدرو آهي پريان سندو پير
اندا ڪاٺا ڪين ڪي هن پرئي جو پير
ڪو سچو پسي سير دلپت ڇوي دوست جو.

[دلپت صوفي]



# باھ جو گھوڙو

ليکڪ:- لکميچند - ٽي - روپچنداڻي.

گهڻن ڏينهن جي ڳالهه آهي. ڀارت ورش جي اتراکنڊ ۾ هڪ وڏو سندر نگر هو. انهي نواسين کي ڪنهن ڳالهه جي ڪمي ڪانه هئي. انهن جو راجا ڏاڍو ديالو هو. هن کان پرجا جو دک ڏٺو نه ويندو هو. پرجا به هن لاءِ ساهه صدقي ڪندي هئي. انهيءَ هوندي به راجا سدائين اداس رهندو هو. پرجا کي به اهو ڏک هوندو هو پر ڪنهن جو وس ڪونه ٿي هليو. راجا ۽ پرجا جي دک جو ڪارڻ اهو هو جو هڪ ڏينهن اوچتو رات جي وڳڙي ۾ ڪو شاهينگ راجڪماريءَ کي کڻي هليو ويو هو. ڏاڍي ڳولها ڦولها ڪئي وئي پر ڪو پتو ڪونه پيو. راجا کي اهائي هڪ سڪيلڌي ڌيءَ هئي. هنجي گم ٿيڻ ڪري سڀ دکي هئا.

راجا جو سينا پتي آنند سنگهه ڏاڍو بانڪو بهادر هو. هن جو پٽ چندر ڪمار به جوڌو جوان هو. هنجي ڄمار رڳو سورهن سال هئي. پر ايتري ننڍي عمر ۾ هو شستر ۽ شاستر وديا جو چڱو چوکو اڀياس ڪري چڪو هو. گهوڙي جي سواري ۽ تيراندازي ۾ ڏاڍو ڀڙ هو. ترار ۽ ڀالي هلائڻ ۾ به نهايت قابل هو.

هڪ ڏينهن هن ويچار ڪيو ته "منهنجي پتا کي راجا وٽ ڪم ڪندي گهڻائي ڏينهن ٿيا آهن. هو وڏو وير ۽ لڙاڪو به آهي، ته به هو راج ڪنيا جو ڪو پتو لهي نه سگهيو آهي. مون به هيترا ڏينهن راجا جو ان کاڌو آهي پر انهي عيوض راجا جي ڪنهن به ڪم ڪين آيو آهيان."

اهو ويچاري هن راج ڪنيا کي ڳولهڻ جو پڪو پهه پڪايو. هنجي پتا کي جڏهن اها سڌ پيئي تڏهن هو ڏاڍو پرسن ٿيو. هن پنهنجي پٽ کي اُسهڻ مهل آسيس ڪئي ۽ چيئي چڏيائينس ته جيڪڏهن ڪو پتو نه پوي ته هڪ ورهيه اندر گهر موٽي اچج.

ويرٻالڪ چندر ڪمار گهر کان اتر ڏس ۾ اوچن پربتن ۽ گهاٽن جهنگلن ۾ ڪاهي پيو. سج لهڻ تي آيو ته هنکي سامهون ڪجهه سجهندو ڏسڻ ۾ آيو، ويجهو وڃي ڏٺائين ته هڪ ديويءَ جو مندر آهي. مندر جي اڳيان ڪن لوسوڻ وڻي هون ڪيو.

هو پنهنجو گهوڙو وٺي سان پڌي ديويءَ کي پرڻام ڪري هڪ پاسي ويهي رهيو. سڄي ڏينهن جي ٿڪ ڪري ويتي ويتي اک لڳي ويس، ننڊ ۾ سپنو ڏٺائين: ”جڳ پورو ڪري رشي هنوت آيا انهن مان هڪ ڇنڪان آئي اچڻ جو ڪارڻ پڇيو. جڏهن هنکي سڌ پيئي ته هو راجڪماري کي ڳولهڻ نڪتو آهي تڏهن هنکي ڏاڍو ڏک ٿيو هنکي گهر موٽي وڃڻ لاءِ چيائون. انترو ۾ ٻڌائي ڇڏيائونس ته راجڪنيا کي هڪڙو ديو کڻي ويو آهي ۽ هاڻ هنجي ڇنجي مان ڇوڪري کي ڇڏائڻ ڏکيو آهي. گهڻي جهل پل ڪانپوءِ ۾ جڏهن هو هٽ تان هيٺ نه لٿو تڏهن هو هنکي ديويءَ جي پرتما وٽ وٺي ويا. ديويءَ کي پرڻام ڪري هو هڪ پاسي ٿي بيٺو. هڪڙي رشيءَ ديويءَ جي چرڻن وٽان هڪڙو ڪنول جو گل کنيو ۽ ڪجهه منتر پڙهي هنکي ڏنو: ايتري ۾ سنک گهنٽا - گهڙيال ۽ نغارا خوب زور سان وڄڻ لڳا ته هنجي اک کلي ويئي.“

ڇا ٿو ڏسي ته نه اتي اهو مندر آهي نه اهي رشي لوڪ. هو ڏاڍي اچرج ۾ ڇڪر ۾ پئجي ويو. هنجي گهوڙي جو به ڪو پتو ڪو نه هو. وري پنهنجي پير ۾ هڪ ڪنول جو گل ڏسي ته هيڪاري واٽڙو ٿي ويو. اهو کڻي ڏٺائين ته ان ۾ هڪ سوني ڪنجي پيل هئي.

ڪنجي ۽ ڪنول کڻي هو اتي پنڌ پيو. هلندي هلندي ڪجهه گرمي معلوم ڪيائين. اڳيرو وڌيو ته دونهي جا ڪارا ڪارا بادل ڏسڻ ۾ آيس. گهور هاهاڪار به ڪن تي پيس. ڏٺائين ته ڪي ماڻهو روئندا رڙندا واڪا ڪندا ڀوڙندا پيا اچن.

ڏاڍي مشڪلات سان هڪڙي ماڻهوءَ کي بيهاري پڇائين ته ڳالهه ڪهڙي آهي، ڀائي؟ هن ماڻهو گهٻرائجي چيو: ”ڙي پٽ ڙي پٽ! ڏسين ڪين ٿو ته ڇا ڌاري ٻه لڳي ويئي آهي. ڪاڻو ديو پنهنجي غفا مان ٻاهر نڪتو آهي ۽ ڪروڌ وچون سڄو جهنگل ۽ ديش جلائيندو ٿو وڃي.“

ايتري ۾ هن ڏٺو ته سچ پچ باه جون لاٽون ڏاڍي زور سان وڌنديون پيئون اچن ۽ انهن وچ ۾ هڪڙو ديو سونهري گهوڙي تي چڙهيو ٿو اچي. اهو ڏسي هنکي ڪجهه ڀپ ٿيو ته سهين پر دل ڏاڍي ڪري هو بيهي رهيو. جڏهن ديو ويجهو آيو تڏهن هن گرجنا ڪري چيو ”اڙي مورک ڇوڪرا: تون هنن سڀني ماڻهن سان گڏجي ڇو نه ٿو ڀڄي وڃين؟ ڇا توکي منهنجو ڀپ به ڪو نه ٿو لڳي. خبر ڪا نه ٿي پويئي ته مان توکي ساڙي جهٽ پٽ رک ڪري ڇڏيندس.“

اهو ٻڌي هن دلير ٻالڪ وراڻيو: ”ڇو؟ مان ڇو ڀڄان؟ مون تنهنجو ڪهڙو نقصان ڪيو آهي جو تون مونکي جلائي ڇڏيندين؟ خبر نه آهي ته هنن کي به تون ڇو پيو جلائين.“

ديو ڏاڍيان ٽهڪ ڏيئي چيو ”ڪالهه رات مونکي ديويءَ چيو ته هڪڙو ماڻهو جو پٽڙو توکان راجڪماري کسي توکي ماري ڇڏيندو. هاڻي مان ”ڪئن سهي ڪريان ته منهنجو ويري ڪير آهي؟ تنهنڪري مان سڀني کي ڀسم ڪري ڇڏيندس.

پر تون ڪير آهين؟ تون ڏاڍو دليو ٿو ڏسجين. تنهنڪري منهنجي مرضي نه آهي ته تون هتي به چڙهڻ ماڻهن سان رهين. ڀلا! مون وٽ هلي رهندين؟

هن ديو وٽ وڃي رهڻ وڏي خوشي سان قبول ڪيو. پر اينترو چيائينس "مان تو سان هلندس ته سهي پر هڪڙو شرط آهي. تون اجايو سڄي ديش کي ساڙي نه ڇڏ، جي تنهنجي ڏپ کان پڳا ٿا وڃن تنکي ڪهڙي شڪتي آهي جو توکي ماري سگهن. تنهنجي اڳيان ته هو ڪٿلين مت به نه آهن." اهو ٻڌي ديو ڏاڍو خوش ٿيو. باهه جون لاٽون واپس ورتائين. ديش سڙڻ کان بچي ويو. هاڻي چندر ڪمار ديو سان گهوڙي تي ٻيلهه چڙهي هليو. گهوڙو هوا وانگيان اتي اڏامڻو. ٿوريءَ وقت ۾ ديو پنهنجي غفا ۾ واپس موٽي آيو. اها غفا پاهران ته تمام اڻ وڻندڙ پيا نڪ پٽي ڏني پر اندر گهڙي چندر ڪمار ڏٺو ته هڪڙو وڏو سونو محلات بڻيو بيٺو آهي ۽ انجي پٿين تي قيمتي هيرا جواهر جڙيل آهن.

ڪيترن ئي دالانن ماڻ لنگهي هو گهوڙي شالا (طبيلي - ڪڙهه) ۾ پهتو. اتي گهڻا ئي گهوڙا ٻڌا بيٺا هئا. ڪنهن جو رنگ اڇو، ڪنهن جو ڳاڙهو ۽ ڪنهن جو ڪارو هو. هڪ پاسي هڪ وڏو سونو ڪمرو هو، جنهن جي دروازي تي پهچي ديو گهوڙي کي روڪيو ۽ دروازي جو ڪلف کولي ان ۾ گهوڙو ٻڌي ڇڏيائين.

انهيءَ سونـي محلات ۾ سوين نوڪر هئا جنکي قيمتي ڪپڙا پيل هئا، پر چندر ڪمار کي ڏسي عجب لڳو ته انهيءَ سونهري گهوڙي کي ديو پاڻ مالش ڪئي ۽ داڻو ڏنو. تنهن کانپوءِ هو دروازي کي بند ڪري سنان پاڻي ڪرڻ ويو. سنان گهر سڳنڌت جل سان ڀريل هو. ان ۾ هڪ نوڪرياڻي چندر ڪمار جي لاءِ ڪپڙن جو وڳو رکي ويئي. وهنجي سهنجي جڏهن پاهر نڪتو تڏهن هڪ نوڪرياڻي هنکي هڪ سينگاريل ڪمري ۾ وٺي ويئي جتان تمام عمدا ميوا ۽ ڦل کائي ناشتو ڪيائين. انکانپوءِ اڃا هو آرام ڪرڻ تي هو ته هڪ نوڪراڻي ڏاڍي ادب سان جهڪي سلام ڪيو ۽ چيائينس ته ديو توهانکي ياد ڪيو آهي.

هن ديو وٽ وڃي ڏٺو ته ديو هڪ ڏاڍي سينگاريل ڪمري ۾ ويٺو آهي. اهڙو ڪمرو هن اڄ تائين ڪٿي ڪو نه ڏٺو هو. سونيون پٿيون هيون ڇت ۾ قيمتي رتن جواهرن جا گل ڦل ٺهيا بيٺا هئا. وڏيون وڏيون سندر تصويرون پٿين تي ٽنگيل هيون. ديو هنکي ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ اشارو ڪيو. پوءِ پڇيائينس ته هي سونو محل توکي پسند آهي؟ هنکي ته راجڪماريءَ کي ڳولهڻو هو تنهنڪري جواب ڏنائين ته مون سڄو محلات ڏٺوئي ڪونهي پوءِ ڪئن چوان ته سندر آهي يا نه. ديو محلات ڏيکارڻ جي لاءِ هنکي هڪ نوڪر جي پاڻهن ڏني، پر اهو ويچار ڪري ته جيڪڏهن ڪٿي راجڪماري گڏجي ويئي ته هوءَ نوڪر جي اڳيان دل کولي ڳالهائي نه سگهندي تنهنڪري هن ٿورو اڳتي هلي نوڪر کي ڇڏي ڏنو ۽ اڪيلو محل ۾ گهمڻ لڳو. گهمندي

گھمندي هڪ سندر باغيچي ۾ پھتو جتي سائي گاهه
تي هڪ سندري ويٺل ڏٺائين. من ۾ شڪ
پيس. جھٽ هن وٽ ويو. ڏسي ته هوءِ
روئي ويٺي، هن يڪدم پنھنجا ڳوڙها اگھي
چندرڪمار ڏانھن نھاريو. جڏهن ته پڇيائينس
ته تون ڪير آهين ۽ هت ڪٿان آيو
آهين. هنکي پاڻ ڏانھن نھاريندو ڏسي
چندرڪمار هنکي پرڻام ڪيو ۽ پنھنجو
سڄو سماچار سڻائي روئڻ جو ڪارڻ پڇيو.
سڄو حال ٻڌي راجڪماري کي ڏاڍو
ڏک ٿيو. هوءِ اوچنگارون ڏيئي روئڻ
لڳي ته چندرڪمار هن ڀيانڪ ڪاراگره
(جيل خاني) ۾ ڇو آيو. نيٺ گھڻي سمجھائڻ
کانپوءِ ماٺ ڪيائين. سڀ ڪا پري چيائين
ته رات جو سمھڻ مھل ديو مونکي پنھنجي
سوني گھوڙي تي چاڙهي پڪڙي آيو. هاڻي
هو مونسان پرڻو پرڻڻ ٿو چاهي. جيڪڏهن
هڪ مهني اندر مان هن کي نه ڏينديس ته
پوءِ هو مونسان زوري شادي ڪندو.
انهن ٻنهي اهي ڳالهيون ويٺي ڪيون ته
هڪڙي نوڪر اچي چيو ته ديو اوهان ٻنهي
کي رسوئي ونڻ لاءِ ٿو سڏي. اتان ٻئي
اٿي پوڄن ڪرڻ ويا. پوڄن ڪري ٻئي پنهنجي
پنهنجي سمھڻ واري ڪوٺي ۾ گھري ويا.
رات جو نه چندرڪمار کي ننڊ آئي نه
راجڪماري کي. جڏهن سڀ سمهي پيا
تڏهن چندرڪمار اٿي سونهري گھوڙي جي
ڪوٺيءَ ڏي هليو. اها سوني ڪنجي انهيءَ
ڪوٺيءَ جي ڪلف کي لڳايائين ته اهو کلي
پيو. ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ پنهنجي ڪمري
۾ اچي ماٺ ڪري سمهي پيو. پر پاڻ جو
اٿي خيال ڪيائين ته ڪانو نه سڀ گڏ جي

ڪانيندا آهن. ان مهل راجڪنيا کي لڪائي
لڪائي هڪ چٺي ڪڍي ڏينديس ته اڄ رات
جو هتان ڀڄي نڪرنداسين. ڪاني وقت
هن ديو کان لڪائي هڪ چٺي راجپتريءَ
کي ڏني. بس - اڌ رات جو هوا ٿيو ۽
سونهري گھوڙي جي ڪوٺي کولي ان وٽ
ويو پر اڃا هنجي ٻنهي تي هٿ رکيائين ته هو اڙون
هڻڻ لڳو. اتي هنکي ڪنول گل ياد پيو
جيڪو سوني ڪنجيءَ سان گڏ مليو هوس.
هن اهو گل گھوڙي کي سنگھايو ته گھوڙو
ماٺ ڪري بيهي رهيو. چندرڪمار ٽپ
ڏيئي گھوڙي تي چڙهي ويٺو ۽ راجڪماري
کي وٺڻ ويو. هوءِ اڳيئي باغ ۾ هنلاءِ اکيون
پايو بيٺي هئي. هنکي ٻه گھوڙي تي چڙهي
تکو تکو گھوڙو هڪلي هليو. گھوڙي جي
ٽاپ ٽاپ جو آواز سڻي ڪري ديو گھٻرائجي
اٿيو ڊوڙي ٻاهر آيو ته ڏٺائين ته ٻيئي ڀڄيا ٿا
وڃن. بس زور سان ڪڙڪو ڪري گھوڙي
جي پنيان ڊوڙيو پر هاڻي ته گھوڙو چندر
ڪمار جي هٿ ۾ هو. ديو کي ڏسي
راجڪماري ٿڙ ٿڙ ڏڪڻ لڳي. اهو ڏسي
چندرڪمار ديو جي اڳيان باهه ڪڍي ڇڏي.
باهه جون لپيٽون گھوڙي جي پٺ مان
نڪري ديو کي ساڙڻ لڳيون. ديو پنھنجو
منهن مٿو پٽڻ ۽ چندرڪمار کي باهه بند
ڪرڻ لاءِ ليلڙائيون ڪرڻ لڳو، پر چندر
ڪمار ٻڌي پس ورڻ ڇو ٿو؟ جڏهن ديو سڙي
ٻڙي رک جي ڍيري ٿي پيو تڏهن هن باهه
جي لاٽن جي لهر بند ڪئي. راجپتري آڻي
راجا کي ڏنائين. راجا ڏاڍو گد گد ٿيو.
هن راجڪنيا جو وواهه چندرڪمار سان
ڪري ڏنو. وواهه کانپوءِ چندرڪمار
وري انهيءَ ديو جي غفا ۾ ويو. اتان ڌن
۽ هيرن جواهرن جا ٻوڙا ڀري آيو. راجا
ٻڍو ٿي ويو هو. هو راج ڀاڳ چندرڪمار
کي سونپي ايشور ڀڄن کي وڃي لڳو. چندر
ڪمار ڀلي ڀت راج ڪاج ڪرڻ لڳو.

# News, Notes & Comments

## ڪانگريس جي فتح

ڪنڊڪوٽ-ڪشمور تعلقي مان، مير زين الدين جي فوت ٿيڻ سبب سنڌ اسيمبلي جي جاءِ خالي ٿي هئي. ان جڳهه لاءِ خان بهادر سردار شير محمد خان بجاراڻي ۽ مسٽر محمد امين خان کوسو بي-اي، ايل-ايل بي اميدوار هوا. هڪ پاسي سرداري زور هو ته ٻئي پاسي شيوا جي لياقت هئي، هڪ پاسي عملدارن جي مدد جو هل هو ته ٻئي پاسي عام ماڻهن جي سچي همدردي هئي، هڪ طرف پئسي جي راند هئي ته ٻئي طرف "رڪا سڪا ڪاءِ ڪي نه ٿا پاڻي پيءُ" واري ڪار هئي. پهوري هنکان اڳ سنڌ ۾ ڪٿي به ڪو مسلمان ڪانگريس ٽڪيٽ تي ڪنهن به چونڊ ۾ اميدوار ڪونه بيٺو هو. سنڌ ۾ هندو به ڪانگريس ٽڪيٽ تي فقط ۴۰-۴۵ سيڪڙو ڪامياب ٿي سگهيا هوا سو مسلماني تعلقي مان فتحياب ٿيڻ محال ٿي لڳو. انهيءَ به پڌرو ۾ آيو آهي ته سردار پٽيل، ابوالڪلام آزاد ۽ بابو راجيندر پرساد، ڪانگريس پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن پڻ مسٽر محمد امين کي ڪانگريس ٽڪيٽ ڏيڻ ۾ هٻڪ پئي ڪئي ته "سنڌ ۾ ڪنهن به مسلمان کي ڪانگريس ٽڪيٽ ڏيڻ واجب سمجهه ۾ نٿو اچي ڇاڪاڻ ته انهن ۾ ايتري سجاڳي ڪانه آئي آهي، پر جڏهن ته مسٽر محمد امين کي اها ٽڪيٽ ملي وئي.

اهڙين حالتن هيٺ مسٽر محمد امين مٿين چونڊ لاءِ اميدوار بيٺو. هوڏانهن سردار شير محمد خان وڏي ٿمن جو مالڪ هو ۽ هيڏانهن مسٽر محمد امين هڪ غريب شيوادار هو، ۽ هوڏانهن سردار شير محمد جو گهرانو تعلقي ۾ هو ته هيڏانهن وري مسٽر محمد امين ڏاريو ٿي چڙهائي ڪري آيو هو (ڇاڪاڻ ته سندس گهر ٻئي تعلقي ۾ آهي).

سڄي سنڌ جون اکيون هن چونڊ ۾ هيون. نيٺ ۱۴ مارچ نتيجو نڪتو ۽ مسٽر محمد امين ۳۴۵ ووٽن تان کٽيو.

هن چونڊ سڄي سنڌ جون اکيون پٽيون آهن ته راجنيتي سجاڳي فقط هندن ۾ ڪانه آهي پر مسلمان به هينئر سجاڳ ٿيڻ لڳا آهن ۽ ٻيو ته سنڌ جا مسلمان جي ڪانگريس جي نالي کان به ڇرڪندا هوا سي هينئر ڪانگريس ڏي ڇڪجڻ لڳا آهن. ٽيون ته ڪانگريس جي پرچار سان هندو مسلم تعلقات سڌاري سگهجن ٿا.

آءٌ پڻ انهي چوڻ وقت مسٽر محمد امين

جي مدد ڪئي هوس. جيئن طرح ڏنو ته هندن ۽ مسلمانن ۾ هڪجهڙي ۾ لاءِ دلي پيار پيدا ٿي چڪو هو ۽ نفرت جو نالو به ڪونه هو.

هينئر ڪانگريس اڳوانن تي، هن فتحيابي کان پوءِ، ڪافي جوابداري مٿان پيئي آهي. جيڪا سچا ڳي، زبردست پرچار سبب، ٿي آهي، انهنجو فائدو ڪين هينئر وٺڻ کپي. ڪانگريس اڳوانن کي عام طرح ۽ مسٽر محمدامين کي خاص طرح اها قومي بيداري قائم رکڻ کپي. اميد ته هيءَ صلاح کين پسندي پوندي ۽ ان کي عملي جامي پهرائڻ جي ڪوشش ڪندا.

## يورپ مٿان گانئو گرهه

'جيڪو ڏاڍو سو گابو' ۽ 'ڏاڍي جي لٺ کي ٻه مٿا' اهي چوڻيون سنڌ ۾ بلڪل مشهور آهن. جنکي انهن چوڻين جي معنول سمجهڻي هجي تنکي هن وقت دنيا جي راجنيتي حالتن ڏي نظر ڦيرائڻ کپي.

اٽلي، جرمني ۽ جاپان سان اهي چوڻيون بخوبي لڳي ٿيون اچن. انهن ٽنهي ملڪن کي ڪوبه چوڻ وارو ڪونه آهي، ڪين جئن وڻي ٿو تئن ڪن ٿا.

اٽلي شاهي سلطنت جا سپنا لهي رهي آهي، جا سلطنت هن پراچين سمي ۾ ماڻي هئي. انهي سلطنت ٺاهڻ لاءِ هن هٿ پير پکيڙڻ شروع ڪيا آهن. دنيا جي زبردست حڪومتن جي ڏسندي ڏسندي، ابيسينيا کي تباه ڪري انکي ڳرڪائي ويئي. هينئر وري يونوچ سمنڊ تي پنهنجو قبضو ڪرڻ گهري ٿي. انگريز چاهن ٿا ته يونوچ سمنڊ تي سندن قبضو رهي. اها انگريزي

۾ عام چوڻي آهي ته جنهن به حڪومت جو قبضو يونوچ سمنڊ مٿان رهندو سا ساري دنيا جي حڪومتن جي راڻي ٿيندي.

اسپين جي گهرو لڙائي ۾ اٽلي فسادين کي جو مدد ڪري رهي آهي سو به يونوچ سمنڊ تي ڪرڻ سانگي. تازو يونوچ سمنڊ ۾ ان-ٽن جهازن کي اٽلي ۽ زيرآبين رستي ٻوڙيو ويو آهي سو ڪم به سندو سمجهڻ ۾ اچيتو.

جرمني ۱۹۱۴ع کان اڳ ۾ ڇا نه هئي! ڪيس پنهنجون بينڪون هيون ۽ شاهي سلطنت هئي. پر ۱۴-۱۹۱۸ع واري لڙائي کان پوءِ اها تباهه ٿي ويئي. جرمني کي نيست نابود ڪرڻ لاءِ يورپ جي حڪومتن ڪين گهٽايو. ورسيلز جي عهدنامي موجب کيس ڇني ٽڪر ٽڪر ڪيو ويو. ڪالنس بينڪون نه کسيون ويون پر خود سندس ملڪ ۾ به جدا جدا حڪومتون پيدا ٿي ويون. جرمني هئي هيٺي سو اهو زهر جويڪ پي ويئي. هينئر جرمني هوريان هوريان طاقت حاصل ڪندي ويئي آهي. يورپ جي بگڙيل حالتن جو فائدو وٺي جرمني پاڻکي اڳين حالتن ۾ آڻڻ گهري ٿي. نه فقط هوءَ گڏيل جرمن حڪومت لاءِ خواهان آهي پر ساڳي وقت پنهنجون وڃايل بينڪون به حاصل ڪرڻ گهري ٿي. موقعي سر، ورسيلز عهدنامي کي درياه ۾ ٻوڙي ويئي آهي پاڻکي مضبوط ڪندي. پوءِ پاڻ آمريڪا ۽ فتح حاصل ڪيل ملڪن کي قرض موٽائي ڏيڻ کان پڙ ڪيا ٿين، روهر جو پرڳڻو هٿ ڪيا ٿين، سار جو پرڳڻو والار پاڻ ٿين ۽ الين لئنڊ تي جنکي پهرو بيهاريائين ۽ هينئر آسٽريا جو پرڳڻو هٿ آندائين.

آسٽريا جو ٽڪرو جنهن ڦڙتي ۽ تيزيءَ سان، بنا رت وهائڻ جي، هٿ ڪيائين سو ڪارنامو جرمنيءَ جي اتهاس ۾ مکيه ليکجڻ ۾ ايندو. باز جيان هينئر هٽلر جون اکيون زيڪو سلوواڪيا ۽ جگوسلاويا ۾ آهن. اهي حڪومتون ۱۹۱۴ع کان اڳ جرمنيءَ جو ڀاڱو هئا پر جنگ کانپوءِ اهي ڇڙي جدا حڪومتون ٿيون. هينئر روس ۽ فرانس، جي جرمنيءَ جا جگري دشمن آهن سي نٿا چاهن ته اهي ٻئي ننڍيون حڪومتون جرمنيءَ جي قبضي ۾ اچي وڃن. انهن ٻنهي ملڪن اهڙو اطلاع جرمنيءَ کي ڏنو آهي ته خبردار! انهن ٻنهي ملڪن کي هٿ نه لاهه نه ته پڇتائڻو پوندءِ. جيڪڏهن اها ڌاڪ مڙسي ڏيکاريندين ته اسان کي لاچار تو سان هٿ ڳنڍڻا پوندا. فرانس، جنهنجو انگلنڊ سان عهد نامو ڪيل آهي ته ڏکيءَ سڪيءَ ۾ هڪ ٻئي کي مدد ڪنداسين، انگلنڊ کي چتائي ڇڏيو آهي ته جيڪڏهن جرمني زيڪو سلوواڪيا کي ڳرڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ته پوءِ هوءَ جرمنيءَ جي سامهون ٿيندي.

جاپان جي ڌاڪ مڙسي وري ڪنهن کان ڳجهي آهي. هوءَ پاڻ کي مشرق جي راڻي سمجهي رهي آهي. هڪ طرف مغربي ملڪن کي پري رکندو ٿو اچي ته مشرقي ملڪن سان دست اندازي نه ڪريو ته ٻئي طرف وري ٻگهه ٻڪي جيان وجهندو پاڻ ضعيف ۽ هيٺين مشرقي ملڪن روپي مڇين کي اکيون ٻوٽي ڳرڪائيندو. چين کي پنهنجي باپ جي ملڪيت ٿو سمجهي. جڏهن وٽيس ڪڏهن ان جو ٽڪرو وڃي ڪاٽيندو. ضعيف چين اڃا انهن لاءِ ٿي رهيو آهي. چين جي لاڳيتو آهي روس، سو جاپان جي اها ارهه زوري سهي نٿو سگهي. روس هينئر چين جاپان واري لڙائيءَ ۾ چين جي ڳجهي ريت مدد ڪري رهيو آهي.

مطلب ته هينئر دنيا ۾ ننڍي پيماني تي لڙائي چالو آهي. هڪ طرف آهن اٽلي، جرمني ۽ جاپان جي باز جيان هيٺين حڪومتن کي چنبن هيٺ آڻي رهيا آهن ۽ وقتي هڪ ٻئي کي مدد ڏين ٿا، ته ٻئي طرف آهن چين، روس وغيره جنکي انگلنڊ فرانس ۽ امريڪا جي اخلاقي مدد آهي.

اهڙين منجهيل حالتن هيٺ سڀڪو ملڪ مهاڀاري لڙائيءَ کي ويجهو سمجهي پاڻ کي مضبوط ڪري رهيو آهي. ڪارخانن ۾ رات ڏينهن جنگي سامان تيار ٿي رهيو آهي. سڀڪو ائين ٿو سمجهي ته جنگ جي پورت کان بچڻ جو آسرو سواءِ جنگي هٿيارن جي ٻيو ڪونهي. هو ائين نٿا سمجهن ته پنهنجي هٿن سان پاڻ کڏ کوٽي رهيا آهن.

ڏسجي ٿو ته انهن جنگي تيارين جو ڪهڙو ٿو حشر ٿئي، مطلب ته يورپ مٿان گاندو گرهه سوار آهي.

اها پڪ آهي ته يورپ مهاڀاري لڙائي طرف قدم وڌائي رهيو آهي. جيڪڏهن لڙائي ڇڙي ته اڳين لڙائين کي هن جي مقابلي ۾ ڦڪو ٿيڻو پوندو. اسان کي ته ائين عقل ۾ اچي رهيو آهي ته لڙائي ضرور لڳندي ڇاڪاڻ ته يورپ ۾ پاپ جو گهڙو پُر ٿي چڪو آهي. يورپ جي حڪومتن جيڪي ضعيف ۽ اڻ سڌريل مٿان ظلم ڪيا آهن

سي خدا جي ڪتاب ۾ درج آهن. انهنجو ڪيترو يورپ کي اوس ڀوڳڻو آهي.

پيو ته يورپي سڀيتا هينئر انڌ جي گهوڙي تي سوار آهي ۽ انجي ترقي جي گهڙيال جو ڪانٽو پوئتي هٽڻ شروع ڪيو آهي. هينئر انجي ناس ٿيڻ ۾ ڪو شڪ ڪونه آهي. ناس ته اوس ٿيندي پر زبردست قربانيون وٺي!

## شاديون ڪين برباديون

انساني زندگي ۾ شادي هڪ مکيه ڪاريه آهي. خاص ڪري هندن ۾ شادي هڪ پوتر ناتو ڪري ليکيو ويندو آهي ۽ شادي ڪرڻ هر هڪ هندو لاءِ لازمي آهي. ارمان جي ڳالهه آهي جو شادي کي اهو درجو ڏنو نٿو وڃي جنهنجي هوءَ لائق آهي. اسان جي ملڪ جي ماڻهن شادي هڪ مسخري ڪري سمجهي آهي.

ڀارت ۾ ننڍپڻ جي شادين خوب هاڃا هنيا آهن. نه فقط ڪيترين ئي مکڙين ڦٽڻ کان اڳ ڪومائجي وڃن ٿيون پر ڪروڙين نوجوان عورتون اڃا ڏهاڳ جا ڏينهن گذاري رهيون آهن. ملڪ جي اهڙي دردشا پسي هند اسيمبلي ۾ مسٽر هربلاس شاردا ننڍپڻ جي شادين کي روڪڻ جو بل پاس ڪرايو جو 'شاردا ائڪٽ' جي نالي سان مشهور آهي.

جڏهن اهو پڌرو ٿيو ته "شاردا ائڪٽ" پهرين اپريل ۱۹۳۰ع کان لاڳو ٿيندو تڏهن لکين جاهل ۽ ڪوتاهه نظر مائٽن پنهنجن ٻارن کي انهي پهرين اپريل کان اڳ شادي جي جهنجهٽ ۾ ڦاسايو. جڏهن اها اپريل جي پهرين تاريخ گذري ويئي تڏهن اهو ٿي انومان ڪيو ويو ته هن کان پوءِ شاديون "شاردا ائڪٽ" مطابق پوري عمر ۾ ٿينديون، پر اهو فقط وهم هو. جيڪو شاردا ائڪٽ گهڙيو ويو هو تنهن ۾ ڪيترائي ضعيف قلم هئا. ان ۾ مکيه خاميون هي هيون.

(۱) ته اهو ائڪٽ فقط برٽش انڊيا سان لڳايو ويو، يعني ته جيڪي ننڍپڻ جون شاديون رياستن ۾ ٿين تنکي قاعدي جي ڪورٽ ۾ چئي نه سگهجي.

(۲) شاردا ائڪٽ جي ڀڃڪڙي ڪندڙ تي ڪيس فقط ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ جي ڪورٽ ۾ هلي سگهي سو به تڏهن جڏهن فرياد ڪندڙ هڪ سؤ روپيه ڊپازٽ رکي.

اهي ٻه قلم اهڙا هوا جنجي مدد سان اڻ ڄاڻ مائٽ پنهنجي اولاد جي شادي ڪري "شاردا ائڪٽ" جي شڪنجي کان بچي ٿي سگهيا.

هن ائڪٽ پاڻ ڀارت ۾ وڏيڪ گندگي ڦهلائي آهي. جي ماڻهو ننڊ ۾ غافل هواسي اُتي سجاڳ ٿيا آهن. شاردا ائڪٽ جي لڳڻ سان به ملڪ مان اها خرابي دور نه ٿي. ميمبرن گهڻيون ئي دانهون ڪيون ته هي ائڪٽ ڦلهڙو آهي ۽ انکي مضبوط ڪيو وڃي پر سرڪار ان کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو.

نيٺ مسٽر لعلچند شاردا بل کي سڌارڻ سانگي درستي پيش ڪئي ته ننڍپڻ جون شاديون رياستن ۾ به ناجائز ڪري ليکيون وڃن. اها درستي پاس ٿئي ٿي تنهن کان اڳ وري جاهل

ماٺن ۾ ڏاڪوڙو پهچي ويو. هزارين بلڪ لکين شاديون اڻ ٺڪڻ ۾ ڪيون ويون. جنهن نموني ۾ اهي شاديون ٿي گذريون آهن تنهن هندن کي ساري دنياجي سڌريل قومن ۾ کلڻ هاب بڻايو آهي. ڪٿي ڪيو پياڪ ٻارن جون شاديون ڪيون ويون آهن ته ڪٿي ٻا ٻڍا پا ٿيندڙ ٻارن کي ڦاسايو ويو آهي. ڪٿي ڪنواريون ننڍيون ته گهوٽ وڏا ته ڪٿي انهي اصل اُبتڙ ليکو. وري شاديون ايڏي ٺڪڙي رفتار سان ڪيون ويون آهن جو انهن سان ميل ٿوڻ به پهچي نه سگهي! هڪ ڏينهن مڱڻو ته ساڳي ڏينهن يا سپاڻي تي شادي! مڱڻو، سڱن سات ۽ شادي ساڳي ڏينهن!! ڇا ڇا مت ماٺت منائڻ، ڇا جو دوستن ۽ سنگتين ساتين کي ليئي ڏيڻ. جيڪڏهن گهوٽ حاضر ڪونه هو ته ڪنوار جي اُنهي بوچڻ سان يا ڪاني سان شادي ڪرائي ٿي وئي. جي گرهن لاء اڻو ميسر ٿي نٿي سگهيو ته ان جو ڪم واڙي مان ورتو ٿي ويو ۽ ناريل نٿي ملي سگهيو ته انهي بجاء چلم جو ڦل ڪم آندو ٿي ويو. مطلب ته نه فقط شاردا ائڪٽ جون ٻکڙيون ڪيون ٿي ويون پر لکن ٻارن ۽ نوجوانن جي حياتي برباد ڪئي ٿي وئي.

هينئر نه فقط مسٽر لعلچند جي درستي عمل ۾ آئي آهي پر شاردا ائڪٽ کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ سانگي بي داس جي درستي به پاس ٿي آهي. هينئر نه فقط ننڍڻ جي شادين هٿان ٿيندڙن ۽ ڪندڙن کي ٽرت ٽي مهينا سخت پورهئي سان جيل جي سزا ملي سگهندي پر هزار روپيه ڏنڊ به پهچي سگهندو. انکا سواء به سٽرڪٽ مئجسٽريٽ وٽان منع نامون وٺي شادي اڳوات روڪائي سگهبي.

هينئر سنڌ جي نوجوانن تي سخت جوابداري آهي. جي اهڙيون انوٽ واريون شاديون ٿين ته انهن کي هڪدم روڪائي. سنڌ ين ٽان عام طرح ۽ هندن ٽان خاص طرح هي گهٽي وانگر ڪا ٿيندڙ مرض ٻاڙون پٽڻ کپي. هن ڳالهه ۾ ڪنهن جو به لحاظ نه رکڻ کپي، جنهن ۾ ئي سنڌ جو ڀلو آهي.

## شهيد گنج هلچل ا اپريل کان بند

شهيد گنج هلچل جي اڳوان مسٽر مظهرعلي جيل مان آزاد ٿيڻ تي هڪ بيان ڪڍيو آهي ته پهرين اپريل کان شهيد گنج جو قانون ٽوڙ تحرڪ بند رهندو.

## ڀارت جو واپاري ناهه

هند اسيمبلي ۾ مسٽر ستيه موورتي جو هينئيون ٺهراءُ پاس ٿيو. هي اسيمبلي گورنر جنرل ان ڪائونسل کي سفارش ٿي ڪري ته ٽئون برٽش هندوستان جو واپاري ناهه يا ڪو به واپاري ناهه اسيمبلي جي صلاح کان سواء ڪونه بحال ٿئي. ٺهراءُ بنا مخالفت پاس ٿيو.

## پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي يورپ ڏانهن

سنڌ جو پروفيسر اين. آر. ملڪاڻي جو دهلي ۾ هريجن شيوڪ سنگهه جو ڪم ڪندڙ آهي، سو يورپ گشت تي وڃيتو. ڪيس دهلي ۾ سنڌس دوستن هڪ وڏي پارٽي ڏني.

## سر غلام حسين ڪاٽا

سر غلام حسين جڏهن سنڌ اسيمبلي جو پريمير مقرر ٿيو تڏهن سڀڪنهن جي وات تي اها ڳالهه هئي ته سر غلام حسين پڪو راڄنيتي جو ڄاڻو آهي ۽ هو وزارت جون واڳون چڱي طرح هلائي سگهندو. سچو سال حڪومت ماڻيائين پر ته به هو پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪري نه سگهيو. ليڪن گذريل مارچ جي ٢١ تاريخ استيفعا ڏيڻي پيس.

جهڙو هو قابل آهي تهڙو جيڪڏهن مدبري ۽ نيڪ نيتي کان ڪم وٺي ها ته جيڪر ڪيس هيڙا ڏينهن ڏسڻا نه پون ها. هن جيڪا روش دشمن کي ڪٽڻ جي ورتي سا سندس آڏو آئي.

پهريائين اتحاد پارٽي جا تختا ڪيرايائين. جڏهن ڏٺائين ته اتحاد پارٽي جو زور ناس ٿي چڪو آهي تڏهن وري هندو پارٽي کي ڊاهڻ شروع ڪيائين. ڪانگريس پارٽي کي وقت بوقت جهڪائڻ ۾ پنهنجي بهادري سمجهڻ لڳو.

نيٺ اتحاد پارٽي، ڪانگريس پارٽي ۽ هندو پارٽي ملي کيس اهڙو ڌڪ ڪڍيو جو سر غلام حسين جي وزارت هڪدم اچي پٽ پيئي.

خانبهادر الله بخش کي سر غلام حسين جي وزارت ڊهڻ مان هينيان سبق سکڻ گهرجن: پهريون اهو ته جيڪو انجام ڪري سو پائي. ٻيو ته ڪنهن سان به ڪائونسل ۾ ڦٽائڻ جي ڪوشش نه ڪري. ٽيون ته سنڌ جي عام رعايا جي بهبودي لاءِ پاڻ پتوڙي. چوٿون سچائي ۽ ايمانداري کي پنهنجو مقصد بڻائي. پنجون سنڌ جي سڀني فرقن جي ماڻهن کي هڪ نظر سان ڏسي. جيڪڏهن اهي گڻ منجهس هوندا ته سندس وزارت پڪي پائي تي بيهندي. جيڪڏهن سر غلام حسين جي راڄنيتي روش ۾ سچائي ۽ نيڪ نيتي هجي ها ته سندس ٻيڙي جا تختا اصل نڪري نه وڃن ها. خانبهادر الله بخش هڪ نوجوان آهي. سڄي سنڌ جون منجهس جهجهيون اميدون آهن. اميد ته هو غريب سنڌ جي پوکڻي کي سرسبز ۽ آباد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو.

## مهاتما گانڌي سرحد ويندو

خان عبدالغفار خان سرحدي گانڌيءَ جي صحت هينئر ڪجهه سڌري آهي. هن سرحد پرانت جو ٻيو گشت شروع ڪيو آهي. هو جدا جدا ضلعن ۾ اٽڪل سؤ ڳوٺن ۾ ويندو ۽ ڪانگريس جو پيغام پهچائيندو. هو پنهنجي دوري ۾ لعل چولا والنٽيئر به ڀرتي ڪندو. گانڌي سرحد ۾ ڪڏهن ٿو وڃي تنهن باري ۾ اڃا ڪو فيصلو نه ٿيو آهي پر اميد ڪئي ٿي وڃي ته گانڌي بينگال جو گشت پورو ڪري پوءِ شايد سرحد ويندو.

## شريمت جيرامداس پنجاب ويندو

آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي شريمت جيرامداس دولترام کي پنجاب ڪانگريس اندر جهڳڙن جي نبيري لاءِ ۽ انهن ۾ پاڻ منجهه محبت ۽ دلي پريم جاڳائڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي.

---

Reg No. S. 437. APRIL 1938




هينئر تيار
مفت فقط گهرائڻ
سان
اسانجي نئين لسٽ
تيار آهي جا اوهانجو
انتظار ڪري رهي
آهي. هميشه جيان
انهن واچن، ٽائيمپيسن
۽ گهڙيالن جي چونڊ
تيل آهي هر قسم جا
ماڻهو خريد ڪري
سگهن ٿا.




گهڻن ئي مالن جي قيمت ساڳي
سستي. اڄ ڪلهه جي قيمت
گهٽايل. قيمت جي ڀيٽ ڪري
خريد ڪريو ويسٽ اينڊ واچ.
ويسٽ اينڊ واچ ڪمپني
بمبئي ۽ ڪلڪتا

# WEST END
## WATCH CO.
BOMBAY - - - CALCUTTA

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيَن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)